



# سوره سنڌي ادب




## صاحب خان -سوره- ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# دريءَ مان

ليکڪ: هوندراج بلواڻي

**DARIA MAAN** (From Window)

By: HUNDRAJ BALWANI

Edition: First 1987 Price: Rs. 4 / 8(

Published by: Hundraj Balwani
761/5, Textbook Board Qrts, Sector-24,
Gandhinagar (Guj).

Printed at:
Kavita Printing Press, Sahijpur Bogha,
Ahmedabad-382345.

Published with the Financial Aid of
Gujarat Sahitya Akademy, Gandhinagar

# پيش اکر

دري هڪ اهڙو هنڌ آهي جنهن مان ليئو پائيندي ٻاهر جي دنيا جو معائنو ڪري سگهجي ٿو. رستي تان لنگهندڙ ماڻهن جا نه صرف چهرا پر سندن آچار وهنوار ۽ هلت چلت به ڏسي سگهجي ٿي. مون به هن ڪتاب دواران دريءَ مان ٻاهر ليئو پائڻ جي ٿوري ڪوشش ڪئي آهي پر هيءَ دري ساهتيه ۽ ڪلا جي دري آهي ان ڪري هن دريءَ مان ٻاهر نهاريندي مون ماڻهن جي اچ وڃ ۽ ڪرياڻن جي بدران ساهتيه ۽ ڪلا جي ڪن پهلن جو معائنو ڪيو آهي. هن پستڪ ۾ ڏنل وشين تي سڀ کان اول مون انهن کي مڪمل معلوماتي ۽ جاچ ڏيندڙ بڻائڻ چاهيو آهي. سنڌي ساهتيه جي ساليانن رسالن مان مشڪل سان ڪنهن رسالي جو ذڪر رهجي ويو هوندو. سنڌي فلمون، جي اسانجي ڀاشا جي ڦهلاءَ جو هڪ اهم حصو آهن تن جي سموري جاچ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. ساڳيءَ طرح پارٽ ۾ سنڌي ساهتيه ۽ ٻوليءَ جي وڪاس جي مقصد سان ناهيل اڪادميون ڪهڙيون ڪهڙيون مشغوليون ڪري رهيون آهن تن جي ٿوري ٿوري جاچ جي ڪوشش ڪئي اٿم. اهڙيءَ طرح هر وشيه سان واسطو رکندڙ سمورن جاچ ڏيڻ کان پوءِ مون انهن جي اوکر ڏوکر به ڪئي آهي ۽ پنهنجي ناقص سمجهه موجب ڪي صلاحون به ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

عرصو اڳ ۾ "زندگي" ماهوار اخبار ۾ هڪڙي ڪالم "دريءَ مان" ذريعي هڙني رهت ادب، ڀاشا ۽ ڪلا جي ڪن پهلن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. اُميد اٿم ته ان ڪالم جي مواد جيان هن پستڪ ۾ پيش ڪيل مواد به پڙهندڙن کي قبول پوندو.

- هوندراج بلواڻي

---

## - فهرست -



---

# سنڌي ساهتيه جا ساليانا رسالا

سنڌي ساهتيه ۾ سڀني ادبي مخزنن جي تعداد جي خيال کان سدائين کوٽ پئي رهي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪن مخزنن جي نئين سر اشاعت جو سماچار جاڳي خوشي ٿيندي آهي پر اهي مخزنون ڪي قدم اڳتي هلڻ کان پوءِ ٿڪجي پونديون آهن. ڪي سمپادڪ ٿڪايل مخزنن کي سدا لاءِ آرام ڪرائيندا آهن ته ڪي وري انهن کي وچ وچ ۾ آرام ڪرائي هلائيندا آهن. نتيجي طور جڏهن وقت به ادبي مخزنن جو ذڪر ڪبو آهي تڏهن ان مخصوص عرصي ۾ ٻه يا ٽي مخزنون نڪرندڙ هونديون آهن. اها ناأميدي اڄ تائين به هلندي پئي اچي.

اهڙي خشڪ واتاورڻ ۾ جڏهن ڪيترن سنڌي سڀائن طرفان نڪرندڙ ساليانن رسالن طرف نظر ٿي ڪجي ته چڱو سنتوش ٿو ٿئي. ساهتيڪ مانائيءَ ۾ به انهن جو هر سال نڪرڻ، انهن سڀائن جي ڪاريه ڪرتائن جي لڳن کي ظاهر ڪري ٿو. انهن ساليانن رسالن جي ساهتيه شيوا کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي.

ممبئيءَ ۾ جدا جدا سرڪاري آفيسن ۾ نوڪري ڪندڙ اُساهي سنڌي جوانن پاڻ گڏجي سڀائون ٺاهيون آهن، جن دوارا هو هڪ ٻئي جي ويجهو

نه آيا آهن. ڏڏ وڏڏ پنهنجي پنهنجي سنڌي سڀا طرفان ساليانا رسالا به شايع ڪن ٿيا. ان کان سواءِ ڪي رسالا ٻين شهرن جي اهڙن سنڌي سڀائن طرفان به نڪرندڙ آهن. ڪي ٿورڙا رسالا سرڪار يا شخصي ڪوشش جو به نتيجو آهن.

ساليانن رسالن جي ساهتيڪ معيار جي باري ۾ اڪثر اديبن کي شڪايت پئي رهي آهي. هنن جي راءِ موجب انهن رسالن کي ادبي اهميت نه آهي. ان ڪري هو اهڙن رسالن ۾ پنهنجي رچنا ڇپائڻ نه چاهيندا آهن. البت ڪي رسالا ان ۾ اپواد به رهيا آهن. اهڙن رسالن ۾ ممبئيءَ جي بئنڪ آف انڊيا سنڌي سوشل سرڪل جي "جهجهل"، بئنڪ آف ٻڙودا سنڌي سڀا جي "پونجي"، ممبئي ميونسپل سنڌي سرڪل جي "سورت" ۽ رزرو بئنڪ سنڌي سڀا جي "الڪا" جو نالو پرسد آهي.

پهرين رسالي "جهجهل" جو جنم ۱۹۷۴ ۾ ٿيو. سنڌي ساهتيه ۽ ڪلا جي شيدائي ۽ ڪلاڪار جسونت ڪمار جي سمپادڪيءَ هيٺ شايع ٿيندڙ هن رسالي هند-سنڌ ۾ پنهنجي ناموس ڦهلائي آهي. سنڌي ٻوليءَ کي جهجهل جي ٻرليڪ سان پيش ڪندڙ هن مخزن جو گيٽ اپ ۽ مواد ٻئي اونچي معيار جا رهيا آهن. جسونت جي شخصي ڪوشش ۽

محنت ڪارڻ هن مخزن کي سنڌي اديبن جو سڌو سهڪار ملندو رهيو آهي. جيجل ۾ سنڌ جي اديبن جي رچنائن جو وڀاڳ "منهنجي سنڌڙيءَ جو ساهت،" ديش ۽ وديش جي غير سنڌي ساهتيڪارن جي رچنائن جو وڀاڳ "ڪجهه ديس جي-پرديس جي"، هند جي سنڌي اديبن جي رچنائن جو حصو "سرجڻ ساهتڪار-مهمان اسانجا" ۽ ٻئنڪ آف انڊيا سنڌي سوشل سرڪل جي ميمبرن کي ساهتيہ سرجڻ ۾ همٿائڻ لاءِ الڳ وڀاڳ "۽ هيءُ اسانجا ٻهنجا"، جسونت جي سمپادڪي سوجهہ ٻوجهہ جو ثبوت آهن. ڪن سالن کان جسونت انهيءَ جوابداري کان آجو ٿيو آهي. وڇوڙائيءَ ۾ ٻہ ٿي انڪ ٻنسي خوشچنداڻيءَ ۽ پرڪاش شرما "پنهل" جي سمپادڪيءَ هيٺ نڪتا آهن.

هتي جيجل جي پهرئين انڪ ۾ شايع ٿيل "گذارش" مان جسونت جا ڪي لفظ دهرائڻ بي واجب نہ ٿيندو- "جيجل جي اشاعت صرف هڪ "فارملٽي" ٿي نہ سمجهي وڃي- جيجل نہ سنڌ ۽ سنڌيت لاءِ سچ پچ ٿي سمجهي ۾ سڪ ساڻي پلندڙ نئين ٽهيءَ جي نول نوجوانن جي دلين ۾ اڀرندڙ امنگن ۽ آدرشن جو سڌون سڌو اظهار آهي."

مشهور شاعر ۽ ناٽڪ نويس واسديو نرمل جي

سماڊڪيءَ هيٺ ”سورٺ“ جا چار انڪ نڪري چڪا آهن. ١٩٧٧ ۾ ٻهراون انڪ ظاهر ٿيڻ کان پوءِ ٽيو انڪ ١٩٧٩ ۾ ٻارن جو سال هئڻ ڪارڻ ”خاص ٻال انڪ“ جي روپ ۾ ڪڍيو ويو ۽ ان بعد ١٩٨٠ ۾ سورٺ ڪــي ”خاص مذاقي انڪ“ ڪري ظاهر ڪيو ويو. ١٩٨١ جو انڪ ناٽڪ انڪ ڪري ڪڍيو ويو. اهي چارئي انڪ واسديو جي محنت ڪارڻ گيٽ اپ ۽ مواد جي خيال کــان سنڌ ۽ سانڍڻ جوڳا ٿي پيا آهن. انهن ۾ سنڌيءَ جي چوٽيءَ جي اديبن جون رچنائون به آهن ته سنڌڙيءَ جــو به ساهت آهي. افسوس جي ڳالهه آهي جو ١٩٨٠ کان پوءِ ان جو ڪو به انڪ شايع نه ٿيو آهي.

”پونجي“ نند چڳاٽيءَ جــي سجاڳ سماڊڪيءَ هيٺ ظاهر ٿيل رسالو آهي، جنهن جو ٻهراون انڪ ١٩٨٣ ۾ ڪڍيو ويو. ان کان پوءِ ان جا ٻه ٽي انڪ نڪتا آهن. اداري ڪيتر ۾ نئون آيل نند، هن مخزن جي سماڊڪيءَ ذريعي وڏيڪ چالو سجاڳ ٿــي چڪو آهي. هن جنهن اُتساهه سان رچنائن جي چونڊ ڪئي آهي ۽ انهن کي پيش ڪيو، تنهن جو هر هنڌ سواگت ٿيو آهي. مواد جو معيار ۽ رچنائن جــي چونڊ اوچي درجي جي رهي آهي.

ٻهرگين انڪ جي سماڊڪيءَ ۾ ظـاهر ٿيل نند

جي ويچارن مان ڪي لفظ- ”مهراڻ، ملاکڙا، مخزن/رسالا/ ڊراما/لوڪءَ جو گرماگرم واد وواد ڪيتري قدر اسانکي سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ آمادہ ڪن ٿا، هر جواب اڳيان سوال جي نشاني اچيو وڃي. هر هنڌ ”مان“ جو مونجهارو/مظاهرو پيو نظر اچي. اڄ سياست سڪول ۾ ٻارن ٻچڙن تي مسڪرائيندي نظر ايندي. عالمن-اديبن ۽ ذاتي ذهين (Genius) جو سياست سان پير پير ۾ مقابلي هلڻ ۽ هڪ ٻئي جي جتيءَ ۾ پير پائڻ، ڪاميابيءَ لاءِ ضروري ٿي پيو آهي. جي گذريل وقت کي تواريخي باب ڪري اوٿاڻ جي اوگهڙ ڪجي ته به لڪ ڪٽياسين، پر هت ته قصوٽي اور پيو ٿو ڏسجي. اڃا ته تواريخ ٻئي ٿي لکجي. هرڪو پيو ٿو پنهنجو نالو سونهري اکرن ۾ اڪائڻ جو جتن ڪري.“

”پونجي“ بئنڪ آف بڙودا سنڌي سڀا جي مخزن آهي ان ڪري ان ۾ ڪهاڻيون، رپورتاج، شعر، ناٽڪ، مضمون، اسانجا پنهنجا نالي الڳ الڳ وياڪرڻ نه پر ”ڪالا“ آهن.

رزرو بئنڪ سنڌي سڀا جي مخزن ”الڪا“ جا هيلتائين ۸-۹ انڪ نڪري چڪا آهن، جن مان ڪن جي سمپادڪي قلم پرسواليءَ ڪئي آهي. رسالي کي سيڊگاري ظاهر ڪرڻ ۾ چندرو پدمائي، هري

ڊرامائي، ٻيا مالهي ۽ ٻيا جوان سرگرم رهيا آهن. رچنائون ۽ ڇپائي، ٻئي دلڪش رهيون آهن.

ريزرو بئنڪ وانگر اسٽيٽ بئنڪ سنڌي سڀا وارن ”ڪنول“ نالي هڪ مخزن ڪڍي، جنهن جا ٻه ٽي انڪ نڪتا آهن. ڪن سالن کان ان جي اشاعت بند آهي.

١٩٥٨ کان هر سال ڏياريءَ جي موقعي تي ظاهر ٿيندڙ ٻيسٽ سنڌي سڀا جي رسالي ”پشپ“ جا هيل تائين ٽيهارو انڪ نڪري چڪا آهن. شروعات ۾ ان جي سمپادڪي اديب ٽيڪچند مست جي حوالي هئي. هن جي ايامڪاريءَ ۾ رسالي جو معيار گهٽو مٿي رهيو جو اديب هئڻ جي ناتي هو روانو ملي ۽ خط لکي ٻين سنڌي ساهتيڪارن کان رچنائون حاصل ڪري وٺندو هو. هن جي ٻيسٽ کي الوداع ڪرڻ کان پوءِ اها جوابداري ٽموريءَ ڪشن ٻنڇاڻي، ڪنهيي لولائي ۽ هولارام هسيجا هموار ٿي ڪئي. هينئر فقط هولارام هسيجا تي اها جوابداري نڀائيندو پيو اچي. رسالي ۾ ڪهاڻين، شعرن، ناٽڪن ۽ مضمونن جي الڳ الڳ وڀاڳن کان سواءِ ”ٻول“ وارو وڀاڳ به هوندو آهي. هيل تائين انهيءَ ذريعي سندر حشمتراءِ جو ”ڇپل“، ديوداس ساگر جو ”هيءَ درد هيءَ زندگي“ سندر حشمتراءِ

جو ڇپيو ۽ هڪ ناول "ٻرهمڻ پنڊت"، ايم. سڳن ۽ ٿڌن ٻرسواٽيءَ جو "مهاڀارا"، ڀاوري لال جو "ٻونگو"، ارجن سڪاڻل جو "راجڪماري گيتا"، هولارام هيڄا جو "سونهري سنسار" وغيره اصلوڪا ناول ۽ هونسدراج ٻلواڻي (شرابي نگاهون)، ڀاريلال ("ٻلي" ۽ "ٻون شوم") وغيره جا انواد ڪيل ناولا ظاهر ڪيا ويا آهن.

سڀا طرفان اڳم ڪڏهن ڪڏهن اڪل ڀارت سطح تي مضمون چٽاڀيٽي ۽ رکي ويندي هئي ۽ انعامي رچنائون "ٻشپ" ۾ ظاهر ڪيون وينديون هيون. جيڪڏهن رچنائن جي چونڊ ۽ مخزن جي سندر ڇپائيءَ لاءِ هينئر ۾ اڳ جهڙيون ڪوششون ڪيون وڃن ته رسالو وڌيڪ معياري ٿي ٻهي.

ٻمبئيءَ جي سينٽرل ريلوي ۽ ويسٽرن ريلوي جي سنڌي ملازمن جون الڳ الڳ سنڌي سڀائون ٺهيل آهن. انهن طرفان به ٻه الڳ الڳ رسالا ظاهر ٿيندا آهن.

سينٽرل ريلوي سنڌي سڀا جي "مومل" اڳي هر سال، هينئر ڪڏهن ڪڏهن مدهن ڏيکاريندي آهي. شروعات ۾ ڪيترن سالن تائين هري ٻدڪيڄ انهيءَ ڪي سيهگاري ظاهر ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو. هو شخصي طور گهري دلچسپي وٺي مخزن

کي مال ۽ رومال جي خيال کان ٻهتر ٽٻائڻ ۾ سرگردان رهندو هو. ان وقت مومل سنڌي اديبن ۾ لوڪپريه هئي. هن جي غيرموجودگيءَ ۾ هيئنر "مومل" جو معيار اهڙو سنتوش ڪارڪ ڪونهي. تنهن کان سواءِ نڪري به ڪڏهن ڪڏهن ٿي.

سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي جي "هلچل" جو معيار ته ان کان به گهٽ رهيو آهي. تمام رواجي نموني جي رچنائن جي چونڊ ۽ سمپادڪي جوابداريءَ جي ڪوتاهيءَ ڪارڻ "هلچل" ساليانن رسالن ۾ خاص جڳهه نه ناهي سگهي آهي.

اهڙي ٿي نراسائي ممبئي پورٽ ٽرسٽ سنڌي سڀا جي "جهازراني"، فوڊ ڪارپوريشن سنڌي سوشل سرڪل جي "آڌار"، سنڌي سنگهه امبرناٿ جي "ونڊر" جي پرڪاشن مان به ملي ٿي. البت "جهازراني" ڪن ڳالهين ۾ خاص اهميت رکي ٿي. هيءَ مخزن ١٩٧٠ کان هرسال ريگيولر نڪرندي هئي. سنڌي انڪن جي سمپادڪي للارام چندرامائي جي ذمي رهندي پئي آئي، جو سڀا جو جنرل سيڪريٽري به هو. وڏڄهڙائيءَ ۾ سندس ديهانت ٿيو ته ان کان پوءِ "جهازراني" بند ٿي وئي.

"جهازراني" لاءِ رچنائون موڪلڻ لاءِ هر سال ليکڪن کي نيئڊ پٽ موڪلي ويندي هئي پر للارام

جي چوڻ موجب، ليکڪن وٽان کين ڪهڙو سهڪار گهٽ ملندو هو. هن مخزن ڪيترن نون ليکڪن کي همٿائڻ ۾ اهم ڪم ڪيو آهي.

انڪم ٽيڪس وارن سائين جي ڪلچرل سوشل سرڪل طرفان ۱۹۶۴ کان "سرهاڻ" نڪرندڙ آهي. اڪثر ڪري ان جي سمپادڪي رام ڪڪڙيجا پئي ڪئي آهي. ايل. آء. سي سنڌي سوشل سرڪل جي "جيون جوت" ۾ ۱۹۶۹ کان نڪرندي پيئي اچي. انهن ٻنهي مخزنن جو معيار سنتوش ڪارڪ پئي رهيو آهي. ٻنهي مخزنن جي گيٽ اپ طرف ۾ جوڳو ڌيان ڏنو ويندو آهي ۽ رسالن کي سندر بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي.

سنڌو نگر جي "سنڌو"، نند ڇڳاڻيء جي سمپادڪيء هيٺ نڪرندڙ ٻي مخزن آهي. سنڌي يوٿ سرڪل طرفان ان مخزن جو پهريون انڪ ۱۹۸۴ ۾ ظاهر ٿيو ۽ ٻيون ۽ ٽيون انڪ ۱۹۸۵ ۽ ۱۹۸۶ ۾ ظاهر ٿي چڪو آهي. ٽيئي انڪ ائين ته سووينئر جي روپ ۾ نڪتل آهن تنهن هوندي به منجهن ڏنل مواد جي ڪارڻ اهي سانڍڻ جوڳا ٿي پيا آهن. ٽئين انڪ ۾ ڏنل ڪور چتر لي سنڌي حلقن ۾ ڪافي واد وواد ٿيو ۽ ان جي سخت لفظن ۾ ٽيڪا ڪئي وئي.

عرصو اڳ سنڌونگر ۾ هلندڙ چانڪيہ پستڪاليہ طرفان بہ هر سال "چانڪيہ" رسالو ڪڍيو ويندو هو جنهن جا ١٩٦٩ کان ١٩٧٢ تائين ٽي انڪ ظاهر ٿيا هئا. اهو رسالو بہ مواد ۽ گيٽ اپ جي خيال کان ڌيان ڇڪائيندڙ رهيو هو.

بمبئي ۽ سنڌونگر کان ٻاهر وارن رسالن ۾ راجستان سنڌي اڪادميءَ جو ساليانو رسالو "رهاڻ" هڪ بهترين ۽ صحيح معنيٰ ۾ ادبي رسالو آهي. ١٩٨١ کان وٺي هر سال الڳ الڳ سنڌي اديبن جي سمپادڪيءَ هيٺ نڪرندڙ هن رسالي هند-سنڌ جي اديبن جو ڌيان ڇڪايو آهي. سنڌيءَ جي سيني مکيہ ليکڪن هن رسالي لاءِ پئي لکيو آهي. ٻئي طرف راجستان جي اُسرندڙ سنڌي اديبن کي همٿائڻ ۾ بہ هن رسالي جو يوگدان رهيو آهي. سنڌي اديبن کي سندن شايع ٿيل رچنائن عيوض اڪادميءَ طرفان اجورو بہ ڏنو ويندو آهي. سمپادڪيءَ جي جوابداري سنڀاليندڙ اديبن جي شخصي ڪوشش ڪري هن جو معيار سٺو پئي رهندو آيو آهي.

بيراڳڙهہ-ڀوپال جي نيشنل فرينڊس ڪلب جي "ورجهہ" ۽ گانڌيڌام جي ڪنڊلا پورٽ ٽرسٽ سنڌي سڀا جي "ڇوليون" بہ سٺيون ساهتيڪ

مخزنون آهن. ٻهراڻ مخزن ”رمجهم“ ١٩٧٨ کان ڪڍڻ مولاڻيءَ جي سمپادڪيءَ هيٺ نڪرندڙ آهي. مخزن ۾ رچنائن جي چونڊ سٺي هوندي آهــي ۽ ڪيترن سٺن ليکڪن جون منجهس رچنائون هونديون آهن. جيڪڏهن مخزن جي گيٽ اپ ۽ ڇپائيءَ طرف بہ ايترو ئي ڌيان ڏنو وڃي تہ جيڪر مخزن اڃا بہ بهتر ٿي پوي. اِي مخزن ”ڇوليون“ جو شڀ آرنڀ ١٩٨٢ ۾ ڪيو ويــو جنهن بعد ان جا ٻہ ٽي انڪ ظاهر ٿيا آهن. اُتساهي جوان ريلو همٿاڻيءَ جــي سمپادڪيءَ هيٺ نڪرندڙ هيءَ مخزن مال ۽ رومال جي خيال کان سٺي آهي.

ٻين شهرن مان نڪرندڙ ساليانين مخزنن مـــان دهليءَ جي سنڌي نوجيون سڀا جي ”سوڪڙي“، آگرا جي سنڌو ساهتيہ منڊل جــي ”چانڊوڪي“، گانڌي ڌام جي سوامي ليلاشاهہ واڻي مندر جي ”جيون سنگرام“ ٻہ مکيہ آهن. احمدآباد جــي سنڌي گورنمينٽ ايمپلائيز سوشل سرڪل طرفان ”مشق“ ۽ ڪٽنيءَ جي جهولي لال سيوا سمتيءَ طرفان ”سنڌو“ جا ٻہ ڪي انڪ ظاهر ٿي چڪا آهن. احمدآباد جي سنڌي رائيٽرس ڪلب طرفان بہ ١٩٨٦ ۾ ”سنڌو گرجر“ رسالو ظاهر ٿي چڪو آهي.

سنڌي ساهتيہ جي ماناڻي واري وقت ۾ ماهوار

۽ ٽماهي ادبي رسالن ٻنهي سنڌي سياڻن طرفان نڪرندڙ ساليانن رسالن جو نڪرڻ هڪ سٺي ڳالهه آهي. ان لاءِ ٻانيڪارن سيٺ ايچ ڊ ڊيواد لهڻي جو هو ٻڪون ٻوڙون پاڻي پڌهڻن رسالن لاءِ اشتهار هٿ ڪن ٿا، ميمبرن وٽان چندا ڪنا ڪن ٿا ۽ انهن ڏانهن شايع ٿيل رسالي جي ڪاپي پهچائين ٿا. ان هوندي به انهن رسالن کي ايڏي ادبي اهميت ڇو نه ٿي ملي، جيڏي ملڻ کپي؟ ان جو ڪارڻ شايد اهو آهي ته ڪيترن ساليانن رسالن جي سمپادڪي اپتري جوابداريءَ سان نٿي نباهي وڃي. مٽير جهڙو به آيو، جنان ته آيو ان کي ايڊٽ ڪرڻ بنا سمورو رسالي ۾ ساڻو وڃي ٿو. ساڳي گنڀيرا رسالي جو گيٽ اپ سڌارڻ لاءِ به نٿي ورتي وڃي. جيڪڏهن سڀ رسالا مٿي ذڪر ڪيل ڪن سڄاڳ رسالن جيان انهن ڳالهين جو خيال رکڻ شروع ڪن ته هڪ طرف انهن جو ادبي درجو قائم رهي سگهندو ٻئي طرف سٺي سنڌي ساهتيه جي کوٽ جو به پورائو ٿي سگهندو.

ساليانن رسالن لاءِ عام طرح ساهتيڪارن طرفان اها به شڪايت ڪئي ويندي آهي ته ڪين سندن رچنائن جي نه صرف پهچ نٿي ڏني وڃي پر رسالو ظاهر ٿيڻ بعد ان جي ڪاپي به ڏيڻ سان هٿوهٿ

موڪلي وڃي ٿي يا ته موڪلي ٿي ڏني وڃي!

ساليانن رسالن جي ڪاپي قيمت رکي ڏني وڃي يعني اهڙي مفت ۾ ميمبرن، ساهتيڪارن ۽ اخبارن کي موڪليا ويندا آهن. سنستا جا بانيڪار پنهنجي پنهنجي وس يا مرضيءَ موجب رسالي جي ورهاست ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪو به ساهتيه پريمي جيڪو نه ان سنستا جو ميمبر آهي، نه ساهتيڪار آهي ۽ نه ئي ڪو پترڪار آهي، اهو ان رسالي کي پڙهڻ چاهي ته سندس اڇا پوري نه ٿي سگهندي آهي جو پيا ملهه ڏيڻ ڪارڻ اهو رسالو بازار مان يا پٽسن تي خريد نه ڪري سگهبو آهي. ان لاءِ جيڪڏهن رسالي جي ٿالي مالر قيمت رکـــي اهڙن ساهتيه پريمين لاءِ به رسالو پهچائڻ جـي ڪوشش ڪئي وڃي ته پنهجي ٽڙين لاءِ اها ڳالهه لاڀدايڪ ٿيندي.

انهن رسالن کي چمڪائڻ لاءِ ٻڪون ٻوڙون پاڻي اشتهار ورتا ويندا آهن. ڪي سنستائون رسالي مان خرچ جي رقم ڪڍي ڪجهه بچت به ڪنديون آهـن پر افسوس جي ڳالهه آهي جو ان واڌو رقـــم مان رچنائن ذريعي سهڪار ڏيندڙ ساهتيڪارن کـــي ٿالي مالر به اجورو نه ڏنو ويندو آهي. ڪيترو نـه سٺو ٿئي جيڪڏهن رچنائون موڪليندڙ اديبن جي اجوري کي به مخزن جي ڪل خـرچ ۾ جوڙي ڪين

ٿورو گهڻو اجورو موڪليو وڃي.

ان هوندي به انجمنيءَ جي جدا جدا ڪالن جي ڪرمچارين سنڌي رسالا شايع ڪرڻ ۽ انهن کي بهتر ۽ بهتر بڻائڻ جي ڏس ۾ جيڪي ڪوششون ڪيون آهن سي قابل داد آهن. جڏهن انجمنيءَ جهڙي ننڍي پئماني واري جيون مان وقت ڪڍائي اُتان جا سنڌي ان ۾ اڳرا رهيا آهن ته پوءِ ٻين شهرن جا سنڌي خاموش ڇو آهن؟ ڪين ته هنن جي همت ۾ وڌيڪ وقت آهي. هر شهر ۾ اشتهار ڏيندڙ ڪيترا وڏا واپاري به آهن ته فرمون به آهن. سنڌي پريسن جي به کوٽ ناهي ته پوءِ ٻين شهرن جي سنڌين جي ساهتڪ طرف هيءَ خاموشي ڇو؟ ●

# سنڌي فلمون

ڀاشا، ڪلا، ساهتيه ۽ سنسڪرتيءَ جي ڦهلاءَ لاءِ فلمون هڪ ڪارائتو ماڌيم آهن. فلمن جي ڪارڻ ئي هندي ۽ ٻين ڀاشائن جي وڪاس کي گهڻي هٿي ملي آهي. ڀارت ۾ گهڻو ڪري نه هندي ۽ ڏکڻ ڀارت جي ڀاشائن جون فلمون ٺهن ٿيون. انهن سان گڏ ٻين پرانتڪ ڀاشائن ۾ به چڱيون فلمون ٺهن ٿيون. سنڌي ٻولي جيتوڻيڪ ڀارت جي وڌان جي اٺين شيڊيول ۾ داخل ٿيل آهي ۽ ڀارت جي ۱۴ مکيه ڀاشائن مان هڪ آهي، تڏهن به سنڌيءَ ۾ سال ۾ سراسري اڌ فلم به نٿي ٺهي!

سنڌي فلمن جي شروعات سنڌ کان ٿي. آزاديءَ کان اڳ مشهور فلمڪار جي. اي. ايڇ. واڌواڻي، گلشن صوفيءَ جي مدد سان پهرين سنڌي فلم "ايڪتا" (۱۹۴۲) ٺاهي. هندو-مسلم ايڪتا جي وشيه تي سٺين ريتن ۾ ٺهيل هنيءَ ننڍڙي فلم چڱي پسند ڪئي ويئي. فلم جو هيرو رئيس ڪريم بخش نظاماڻي هو. هو ۱۹۲۸ کان ۱۹۴۷ تائين گونگين چاهي ٻولتين فلمن تائين واري دؤر ۾ فلمن سان جڙيل رهيو، جنهن ۾ هن ايڪسٽرا کان وٺي پروڊيوسر تائين ڪيترين جوابدارين ادا ڪيون. هن ڀارت جي پهرين ٻولتي

فلم ”عالم آرا“ ۾ به پرٿوي راج ڪپور ۽ زبيده بيگم سان ڪم ڪيو. هن ”ڪيٽي ڪٽاب“ نالي آتم ڪٿا به لکي جنهن تي کيس ”سنڌ الاجي“ طرفـان سال ١٩٨٠ ۾ انعام پڻ مليو. هـُو ١ جنوري ١٩٨٣ ۾ ٧٤ سالن جي عمر ۾ سنڌ ۾ گذاري ويو.

”ايڪتا“ فلم ۾ فلم سان گڏ ڏيکارڻ لاءِ ٻه ريل ٻيا به شامل ڪيا ويا، جنهن ۾ گلشن صوفيءَ جو ورهـ- گيت ۽ پروفيسر رام پنجواڻي جي چونڪي ڏيکاري وئي. فلم جا ٻيا ڪلاڪار هئا ڪوشليا، ڪريم بخش بلوچ، هري شوداساڻي ۽ ٻيا.

ڀارت جي ورهاڱي کان پـوءِ سنڌ ۾ ١٩٥٦ ۾ حسن علي فاضلائيءَ سنڌي لوڪ ڪٿا جي آڌار تي ”عمر ماروئي“ فلم ٺاهي، جنهن جا ڀـارت لاءِ حق واسطا ٽي. ايم. بهاريءَ ورتا. ان طرح سنڌ ۾ ٺهيل هيءَ فلم ڀارت ۾ به رليز ٿي سگهي. هيءَ فلم بـه ننڍي هئڻ ڪارڻ، ”ڀڳت ڪنوررام“ جا بـه ريل ٺاهي ان سان گڏ ڏيکاريا ويا. فلم ۾ ڪم ڪندڙ سڀ اڪثر گهڻو ڪري غير سنڌي هئا.

اڳين ته ”عمر ماروئي“ فلم ايتري گهڻي سٺي نـه هئي پر ”ڀڳت ڪنوررام“ جي انهن ريلن سان گـڏ اها درشڪن کي پسند پيئي. ان فلم جي ڪاميابيءَ ٽي. ايم. بهاريءَ کي ڀارت ۾ سنڌي فلم ٺاهڻ لاءِ

انسانيت ڪيو ۽ ان طرح ”اباڻا“ جو نرماڻ ٿيو.

”اباڻا“ (١٩٥٨) ڀارت ۾ ٺهڻ واري پهرين مڪمل فلم آهي. باڪس آفيس جي خيال کان ان فلم کي تمام گهڻي سڦلتا ملي. ان جا مکيه ٻه ڪارڻ هئا. پهريون ته ڀارت ۽ پاڪستان جي ورهاڱي ۽ سنڌين جي لڏپلاڻ ۽ وسهڻ جي مسئلن تي ٺهيل دل ڇهندڙ ڪهاڻي ۽ ٻيون سريلو ۽ من موهيندڙ سنگيت. اڄ به هيءَ فلم جتي جتي رليز ٿئي ٿي، ڏسندڙن کي وطن جي ورهاڱي ۽ وڇوڙي جي ياد تازي ڪرائي بدن ۾ سيسرات پيدا ڪري ٿي.

فلم جا مکيه ڪلاڪار آهن ساڌنا، شيلا رماڻي، ڪان موهن، هري شيوداساڻي، پدو آڏواڻي، ڊيوڪ آشا ۽ ماسٽر چندر. هدايتڪار ڊيوڪ آشا ۽ ارجن هنگوراڻي، گيتڪار پرسرام ضيا، سنگيتڪار بلوسي. راڻي ۽ ارجن چندناڻي (سي. ارجن). هن فلم جا پڙدي اڳيان ۽ پڙدي پٺيان جا گهڻا ڪلاڪار هندي ۽ ٻين ٻولين جي فلمن ۾ پنهنجي ڪلا جو جوهر ڏيکاري چڪا آهن جا اسان سنڌين لاءِ فخر جي ڳالهه آهي.

”اباڻا“ جي سڦلتا کان پوءِ سنڌي لوڪ ڪٿائن تي ٻه فلمون ٺهيون. پهرين هئي ”راءِ ڏياچ“ (١٩٥٩). راءِ ڏياچ گرنار جو داني ۽ سنگيت پرمي راجا هو.

هوءَ ٻيجل جي تان تي ايترو ته موهت ٿي وڃي ٿو جو کلندي کلندي پنهنجو سر ٻيجل کي ارپڻ ڪري ٿو ڇڏي. فلم ۾ راءِ ڏياچ ٿيو هو آڏو لعلواڻي ۽ راڳيندڙ ٻيجل جو رول پرتاب مديار نڀاهيو هو. پرتاب مديار هڪ ڪڇي- گجراتي ڪلاڪار آهي جو بعد ۾ ڪيترين سنڌي فلمن ۾ ڪم ڪري چڪو آهي. فلم جو سنگيت، اداڪاري، فوٽوگرافي ۽ هدايتڪاري سٺي هوندي به، هيءَ ايتري ڪامياب نه رهي. فلم جا ٻيا ڪلاڪار آهن ڪان موهن، پدو آڏواڻي، ٽن ٽن وغيره. پروڊيوسر آڏو لعلواڻي، ڊائريڪٽر جي. اي. للا، گيتڪار پرسرام ضيا ۽ سنگيتڪار ٻلو سي. راڻي.

ٻي فلم هئي ”سسئي پنهون“ (١٩٦٠)، جنهن جو نرماتا هو رام رسيلا. هن فلم ساز بعد ۾ گجراتيءَ ۾ به ڪي ٽانڪ ۽ فلمون ناهيون، جن مان ”ماڙي مدي کهوا دي“ (اهڙ مونکي چوڻ ڏي) فلم کي ڪيس بهترين فلم جو گجرات سرڪار جو انعام مليو.

مشهور سنڌي لوڪ ڪٿا تي ٻڌل ”سسئي پنهون“ فلم ۾ رام رسيلا پنهنجي گروپ جي مشهور ڪلاڪارن کي چانس ڏنو. فلم رليز ته ٿي پر ڪامياب نه ٿي سگهي. بعد ۾ رام رسيلا انهيءَ ئي فلم ۾ ڪي تبديليون آڻي ”پرديسي پريتم“ نالي سان رليز

ڪئي پر انهن ۾ اها درشڪن کي پسند نه پيئي.
فلم جا ڪلاڪار آهن رام رسيلا ۽ جي. اي. مساڻو
وغيره. سنگيتڪار آهي مهيش پديئا.

ليٽي ليٽي ۽ وڌوا وواهه جهڙن مسئلن تي ديپڪ
آشا (ڏرمڪمار) جي لکيل، پروڊيوس ۽ ڊائريڪٽ
ڪيل "انصاف ڪٿي آ؟" (١٩٦٠)، اپاٽا ڪان پوءِ
ٻي سٺي فلم آهي جنهن جي ڪهاڻي، سنگيت،
اداڪاري، پيشڪش وغيره سٺي هوندي به درشڪن
ان کي ايترو قبول نه ڪيو. فلم جا ڪلاڪار آهن
چندرا ميرچنداڻي، ڪان موهن، پڌو آڏواڻي ۽ خود
ديپڪ آشا. گيت پرسرام ضيا جا ۽ سنگيت سي.
ارجن جو آهي.

تن ڏينهن ۾ ڪن اُتساهي سڄڻن سنڌيءَ ۾ فلمون
ٺاهڻ جو اعلان ڪيو پر اِن تن فلمن جي لڳاتار
اسفلتا کي ڏسي هنن جو اُتساهه ٿڌو ٿي ويو.
"موکل ڏي نه ملير وڃان"، "سدا سهاڳڻ"، "سنڌ
واپس هلنداسين"، "ڪلجڳي ڀڳوان"، "سڄڻ تون
آءُ"، "دل ڏي دل وٺ" وغيره اهڙا انيڪ نالا
آهن، جن مان هڪ به فلم نه ٺهي سگهي.

گهڻي وقت ڪان پوءِ رالومل ملتانيءَ همٿ ڪري
"جهوليلعل" (١٩٦٤) فلم ٺاهي جا سٺي ڪهاڻي،
سنڌر فوٽوگرافي ۽ مڌر سنگيت جي ڪارڻ خوب

پسند ڪئي ويئي. پروفيسر رام پنجواڻيءَ جي سماجڪ ناول "آهي نه آهي" تي آڌار رکندڙ هن فلم ۾ ڀڳوان جي هستيءَ جي باري ۾ وشواس-اوشواس جو ذڪر آهي، جنهن ۾ آخر وشواس جي جيت ٿئي ٿي. فلم جا ڪلاڪار آهن رام پنجواڻي، ديپڪ آشا، رتنا، آنند، چندرا ۽ پيا. گيتڪار گوورڌن ڀارتي ۽ سنگيتڪار سي. ارجن، هدايتڪاري ديپڪ آشا جي آهي.

"جهوليلعل" فلم جي سڦلتا سنڌي فلمن جو دروازو وري کولي ڇڏيو. اهڙي ماحول ۾ آڪاش فلمس پاران پريم ڪهاڻيءَ واري "لاڏلي" (١٩٦٦) ٺاهي ويئي. ڪهاڻي تمام رواجي هوندي به ڪيترن خوبين جي ڪارڻ فلم درشڪن کي بيحد پسند پيئي.

هن فلم ۾ سنڌي اسٽيج جي ان وقت جي مشهور جوڙي نرملا ميرچندائي ۽ موهن ڀيلاڻيءَ سان گڏ پرتاپ منيار، ديپڪ آشا، رام پنجواڻي، ورشا وسنداڻي، هاسي آڏواڻي، گوورڌن ڀارتي، سترام روهڙا، لکي ساگر ۽ ڪندن ڪمار وغيره ڪم ڪيو آهي. ڪهاڻي لکي آهي لکي ساگر ۽ ڪندن ڪمار، گيت لکيا آهن گوورڌن ڀارتيءَ، سنگيتڪار آهي سي. ارجن ۽ هدايتڪار آهي ديپڪ آشا.

مشهور سنڌي ساهتيڪار گوبند مالهيءَ به سنڌي

ونگ منچ جي ڪلاڪارن کي کڻي "سنڌوءَ جسي
ڪماري" (١٩٦٦) ٺاهي، ليڪن فلم ڪسي پاري
اسفلتا جو منهن ڏسڻو پيو. ان جا ڪيترا ڪارڻ ٿي
سگهن ٿا. هڪ ته سڄي فلم ۾ اهڙو ڪو به ٺوس موضوع
ڪونه هو جو فلم جي مکيه ڪهاڻي بڻجي، الڳ الڳ
ٽڪڙيل ڪڙين کي هڪ ڏور ۾ ٻڌي اڳتي وڌائي
سگهي. ٻيو ته نرماتا گوبند مالهي پنهنجن متر
ساهتيڪارن کي فلم ڪلاڪار بڻائي پيش ڪرڻ جو
موهه نه ساري سگهيو. ڪلاڪار طور ان فلم ۾ ڪم
ڪندڙ ساهتيڪار هئا ٽيڪچند مست، ارجن سڪايل،
پوپٽي هيرانندائي، ڪرپا پشپ، سندري اتمچندائي
وغيره. هيروئن طور ڀگونتي ناواڻيءَ کي به درشڪن
قبول نه ڪيو. فلم نرماڻ جي شروعات کان وٺي
انت تائين ڪيترن ڪارڻن ڪري چيو وڃي ٿو ته
فلم ۾ گهڻيون تبديليون ٿينديون رهيون انهن جو به
فلم تي اثر پيو. نتيجي طور سنگيت پکش سٺو
هوندي به فلم ناڪامياب رهي. فلم جا ٻيا ڪلاڪار
آهن امر چندناڻي، مدن جماڻي، رميش راج، نرملا
ميرچندائي، ايس. پي. منگهاڻي، رميش جاچاڻي،
ايشور ناواڻي وغيره. پروڊيوسر ڊائريڪٽر گوبند
مالهي، گيتڪار گوورڌن ڀارتي ۽ سنگيتڪار
سي. ارجن.

ڪونج فلمس جي پارس پاڪستان جي پڪ ٽي
آڌار رکندڙ ڪهاڻيءَ واري فلم "هوجمالو" (١٩٦٩)
مان ته درشڪ نراس ٿيا. فلم سٺ سيڪڙو سنڌيءَ
۾ ۽ ٻاليهه سيڪڙو هنديءَ ۾ آهي. فوجي جوانن
جي وچ ۾ ٿيندڙ گفتگو هنديءَ ۾ ڏيکاريل آهي.
پروڊيوسر ۽ ڊائريڪٽر جو ان پٺيان دليل اهو هو ته
لشڪر جا ماڻهو هنديءَ ۾ ئي ڳالهائيندا سڀاويڪ
لڳندا. هن فلم ۾ سنڌي ڪلاڪارن امر ديو، سجاتا،
ايس. پي. ميگهاڻي، رام لڀچاڻي، رام پنجواڻي وغيره
سان گڏ هندي فلمن جي ڪلاڪارن اي. ڪي. هنگل،
سنجيو ڪمار، ڪامني ڪوشل، ترون گهوش ۽ ستين
ڪپوءَ ته مهمان ڪلاڪار طور ڪم ڪيو آهي. گووردن
پارٽي ۽ شيخ اياز جي لکيل گيتن کي سنگيت سي.
ارجن ڏنو آهي ۽ ڊائريڪشن راجن چاولا ۽
اشوڪ راءِ جي آهي. نرملا هري موٽواڻي آهي.

پڪولي پروڊڪشن جي "رات هڪ طوفان جي"
(١٩٦٩) پهرين سسپنس فلم آهي. هيءَ فلم موٽي
پرڪاش جي ساڳئي نالي واري لوڪپريه ٽاڪي
ناٽڪ جي آڌار تي ٺهيل آهي.

فلم جا ڪلاڪار آهن نرملا ميرچنداڻي، امر
چندناڻي، سچو آڏواڻي، پرتاب مميار، ايس. پي.
ميگهاڻي وغيره. پروڊيوسر ڏاڪو ڪناڻي، گيتڪار

موني پرڪاش، سنگيتڪار گووند ارپش. فلم جي
ڊائريڪشن موني ڀٽاچاريءَ جي هئي جا سندس
ديهانت کان پوءِ ڏيپڪ آشا سنڀالي فلم کي مڪمل
ڪيو. هيءَ ڀٽاچاري پرنگ جي اڪيلي سنڌي فلم
آهي جا هندي فلمن جون سڪون ئي لاهي ٻر
تڏهن به اها سنڌي درشڪن کي ايڏي پسند نه پيئي.

پروفيسر رام پنجواڻيءَ جي ٻئي هڪ ناول تي
جهوليلال موويز وارن "شل ڌيئر نه ڄمن" (١٩٧٠)
ناهي. ڏيتي ليتي جي وشيہ تي ٺهيل هيءَ سماجڪ
فلم درشڪن کي بيحد پسند پيئي. نرملا ميرچنداڻي،
رميش راج، رتنا، ايس. پي. مينگهاڻي، پرتاب مدهيار،
اندراج ۽ ڏيپڪ آشا وغيره فلم جا مکيہ ڪلاڪار آهن.
پروڊيوسر رميش راج، گيتڪار گوورڌن ڀارتي،
سنگيتڪار سي. ارجن ۽ هدايتڪار آهي ڏيپڪ آشا.

پروڊيوسر رامچند ڌارا سنگهاڻيءَ جي فلم "اڇا
نه مان تنهنجي آهيان" جا گهڻي وقت کان رکيل
هئي، ان جي نمائش تمام دير سان لڳ ڀڳ ١٩٧٣ ۾
ٿي سگهي. هيءَ فلم گهڻن شهرن ۾ نه اچا ئي ولهز نه
ٿي آهي. ان جو ڪارڻ سمجهه ۾ نٿو اچي. انهن ڏ.
هن فلم ۾ به ڪهاڻيءَ جو ڪو پتو نٿو پوي. ڊائريڪٽر
گلاب ٿڌاڻي ۽ سنگيتڪار پلوسي راڻي آهي.
ڪلاڪار رتنا، ڪان موهن، پرتاب مدهيار، ڏيپڪ آشا،

هوندراج ڪتري، ديپڪ آشا ۽ ٽن ٽن وغيره آهن.

انهن ئي ڏينهن ۾ رامسي پروڊڪشن جي ڪاميڊي فلم "نقلي شان" (١٩٧١) رليز ٿي، جنهن ۾ امر ديو، آشا هرڪناڻي، امرچند ڏاڻي، ڀوني رتن پال، رجني ڏولاڻي، ايس. پي. ميگهاڻي، مدن جماڻي ۽ ستين-ڪمار ۽ اي. ڪي. هنگل ڪم ڪيو آهي. مشهور ناٽڪ "اندر سيڪريٽري" جي آڌار تي ٺهيل هيءَ فلم پوري ساري رهي. ڊائريڪٽر ٿلسي ۽ شيام رامسي آهن.

"نقلي شان" کان پوءِ جي ١١ سالن جي عرصي ۾ صرف هڪ فلم "سنت ڪنوررام" ٺهي جا اڄا ڏائين رليز نه ٿي سگهي آهي. ان فلم جا گانا هيترن سالن کان وڄندي وڄندي پراڻا ٿي چڪا آهن. فلم ۾ ڪنوررام جو رول ڌارمڪ هندي فلمن جي ڪنهن وقت جي مشهور ڪلاڪار شاهو موڏڪ نڀايو آهي. گيت گووردن پارتيءَ جا، سنگيت سي. ارجن جو ۽ ڊائريڪشن ديپڪ آشا جي آهي.

ڪجھه عرصو اڳ رليز ٿيل "هل ته پڇي هلون" (١٩٨٤) سنڌي ڀاشا جي پهرين رنگين فلم آهي جا سنڌي درشڪن ۾ سڀ کان وڌيڪ پسند پيئي آهي. فلم جي ڪهاڻي ساڌارڻ هوندي به، مڇهس تمام گهڻيون خوبيون آهن جن ڪري فلم اپٽرو

ڪامياب وئي آهي. سندر سيٽ، وڻندڙ رنگين فوٽوگرافي، دل کي جهومائيندڙ گانا، اعليٰ اداڪاري، سٺي ڊائريڪشن وغيره جهڙيون انيڪ خوبيون هن فلم ۾ آهن. هندستان جي سنڌي آباديءَ وارن شهرن ۾ هن فلم رنگ شوز ۾ (هر روز چار يا پنج شو) هلي ڪاميابي حاصل ڪئي آهي.

”هل ته ڀڄي هلون“ کان اڳ سنڌيءَ ۾ جيڪي به فلمون ٺهيون هيون سي سڀ بليڪ اينڊ وائيٽ ۾ هيون ۽ ٿيٽرن ۾ صرف مارننگ شو ۾ ڏيکاريون وينديون هيون. پر هيءَ فلم نه صرف ڪلر ۾ پر سئنيما اسڪوپ ۾ ٺاهي وئي ۽ ان کي ٿيٽرن ۾ وڏن وڏن ٿيٽرس جي جهنڊي هيٺ هر روز لڳاتار چئن چئن، پنجن پنجن شوز ۾ هلايو ويو. هر لحاظ کان هن فلم اڳ جا سڀ رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا. ان لاءِ فلم جي پروڊيوسر سترام روهڙا ۽ ڊائريڪٽر مدن جماڻيءَ کيرون لهڻيون. ڀرپور مدونڃن واري هن فلم ۾ سنڌي رنگ منچ جي مشهور ڪلاڪارن، هندي فلم ڪلاڪارن ۽ ٽئين هيرو-هيروئن گهڻو ڀاڱو موڪيو. اهي ڪلاڪار آهن راجن سپي، سونيا مولچنداڻي، ايس. پي. مينگهاڻي، رميش جاچاڻي، سترام روهڙا، رميش مهتا، مدن جماڻي، شرمع ڀڳتياڻي، شانو چاڙيا، نيرو آسراڻي، ڪيٽل گوالاڻي،

پنڪل ۽ جھڪري تي وغيره.

مهراڻ موويز وارن جي سنڌيت جي جذبي ۽ پيار سان ڀريل فلم "امي يا ممي" (١٩٨٦) دهليءَ جي ڪلاڪارن طرفان تيار ٿيل پهرين سنڌي فلم آهي. هيءَ فلم به رنگين آهي. دهليءَ جي ڪلاڪارن ۽ سنڌيت جي شيدائن پنهنجي هڙان پئسا ڪڍي "مهراڻ موويز ڪوآپريٽو سوسائٽي" ٺاهي ۽ ان طرح هنن هزارن رپين جا شيئر خريد ڪيا. ان نموني ڏسبو ته هيءَ فلم سهڪاري مٿي تي ٺهيل پهرين سنڌي فلم آهي.

هيءَ فلم گوپال پنجواڻيءَ جي، انهيءَ نالي واري مشهور سنڌي ناٽڪ جي آڌار تي ٺهيل آهي. فلم جو نائڪ هڪ سنڌي پروفيسر آهي جو سنڌيءَ جو پڪو پريتوان آهي. ان پروفيسر جي ماءُ به سنڌ کي الوداع ڪرڻ کان پوءِ به سنڌيت کي نه وساري سگهي آهي. اهائي ماءُ پڇڙي امي کان ممي بڻجي سنڌيءَ کي مٽائڻ تي ڪري، ان جي هيءَ ڪهاڻي آهي. امي ۽ ممي جي ڊبل رول ۾ ڪوشلا پنجواڻي جان بخشي آهي. ٻيا ڪلاڪار آهن شنڪر مولواڻي، نشا واڌواڻي، لجوَ جهانگياڻي، آتم ٿاريجا، گوپال پنجواڻي وغيره. گيت لڇمڻ ڀاٽيا "ڪومل" جا ۽ سنگيت ڪانن موتيهار جو آهي. فلم جو ڊائريڪٽر

آهي اشوڪ ڇمسدگهاڻي. هيءَ فلم اڃا ڪيترن شهرن ۾ رليز نه ٿي آهي. پر جتي رليز ٿي آهي اُتي سٺو اثر نه پيدا ڪري سگهي آهي. فلم جو موضوع سٺو هوندي به ان ۾ ڪافي ڪچايون ڏسڻ ۾ آيون آهن.

ٻين به ڪن سنڌي فلمن جو اعلان ٿيل آهي پر اڃا تائين انهن جي تيارين جي باري ۾ ڪو سماچار ڪونهي. هڪ آهي ڪونج فلمس جي "هيمون ڪالاڻي" ۽ ٻي آهي موتي ملاڻيءَ جي "توُن منهنجي مان تنهنجو" پهرين فلم جي ڊائريڪٽر طور ايس. ٻي. ميدگهاڻيءَ ۽ ٻي فلم جي ڊائريڪٽر طور ديپڪ آشا جو نالو پڌرو ڪيو ويو آهي. ٻنهي فلمن جا مهورت به ٿيل آهن.

تنهن کان سواءِ پارس چترا موشن پڪچرس جي نرماتا ريلومل ملتانيءَ، ديپڪ آشا جي هدايتڪاريءَ هيٺ "جهڙ جهوليلعل" فلم جو به اعلان ڪيو آهي ۽ مايا مندر جي نرماتا پي. جي. آڏواڻيءَ، اي. جي. پٽيل جي هدايتڪاريءَ هيٺ "قسم لال سائين جو" فلم جي به پڌرائي ڪئي آهي. اهــي فلمون ٺهي ڪري رليز ٿينديون يا نه، چئي نٿو سگهجي.

اڄ تائين ٺهيل سڀني سنڌي فلمن ۾ سڀ کان وڌيڪ فلمون ديپڪ آشا (ڌرم ڪمار) جي هدايتڪاريءَ هيٺ تيار ٿيون آهن، جن مان ڪيتريون ڪامياب به ويون آهن. هوُ صاحب هنديءَ ۽ پنجابيءَ

۾ ٻه ڪيترين فلمون ٺاهي چڪو آهي ۽ فلمن ۾ ٻارت ۾ ڪڍندو آهي. سنڌي فلمن ۾ هن طرح طرح جا رول پڻ نڀاهيا آهن. هو سنڌي فلمن جو اشوڪ ڪمار آهي.

سنڌي فلمن ۾ هيلتائين ڪيترن مشهور ڳائڻن ۽ ڳائڻين پڳوڻي ٺاواڻي، سترام روهڙا، رام پنجواڻي، ڪملا ڪيسواڻي، ڪلا هزاري، ڀلو سي. راڻي، آسن ميراڻي، ماسٽر چندر، چيتنا لعل، گرداس وغيره سان گڏ هندي فلمن جي مشهور ڳائڪ سنگرس به پنهنجو آواز ڏنو آهي. جن ۾ مکيه آهن طلعت محمود (سسئي پنهون)، مڪيش (نقلي شان)، مهيندر ڪپور (جهوليلعل، هوجمالو وغيره)، لتامنگيشڪر (هل ڙي ٻڙي هلون)، آشا ڀونسلي (شل ڌيئر نه ڄمن)، ڪرشنا ڪلي (رات هڪ طوفان جي) آشا منگيشڪر، سلڪشڻا پنڊت ۽ سشما سريشٽ (امي ٻا مهي) وغيره.

اڄ سنڌي فلمون ٻڌندڙ سورج جيان، شام جو اندرو ٻاڻ ۾ سمهڻي، صبح ٿيڻ جي انتظار ۾ آس لڳائي ويٺيون آهن. فلم نرماڻ جي جاڻ ڪان وٺي آرٽڪ شڪتيءَ تائين جا سڀ ساڌن اسان وٽ ميسر هوندي به سنڌي فلمن جي اسفلتا جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟ سنڌيءَ ۾ سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ فلم به ڇو نه ٺهي نٿي سگهي؟ ڇو نه اسان جا سنڌي

فلم ڪار هنديءَ جي بجاءِ سنڌيءَ ۾ فلمون ٺاهين؟

توهان کي پڙهي عجب لڳندو ته هندي فلم انڊسٽريءَ ۾ تمام گهڻا پروڊيوسر، ڊائريڪٽر، فائنانسر، ايڪزيبيٽر ۽ ڊسٽريبيوٽر وغيره آهن جي هندي فلمن کي جيئدان ڏيئي ويٺا آهن. هتي اهڙن ڪن نرماتائن جا نالا ڏيڻ بي جاءِ نه ٿيندو. جي. پي. سپي (شعلي، شان)، اين. اين. سپي (فقيرا)، اين. سي. سپي (انڪار)، ارجن هنگوراڻي (قاتلون کي قاتل)، سيرومل دريائي (ليلا مجنو)، امر لعل ڇابڙيا (ڪنوارا باپ)، شيام سندر شو داساڻي (چور سپاهي)، شيام چاولا (مينا ڪماري کي امر ڪهاڻي)، جي. ايڇ. ناواڻي (نياز اور نماز)، موتي ٽولاڻي (دو شولي) وغيره جهڙا ننڍا وڏا نرماتا هيلتائين هندي فلمون ٺاهيندا رهيا آهن. هنن مان ڪنهن به نرماتا سنڌي فلم ٺاهڻ لاءِ سوچي به نه سوچيو آهي. هندي فلمن مان چڱي خاصي ڪمائي ڪرڻ وارا اهي نرماتا پنهنجي ماتري ڀاشا ۾ ننڍي بجيٽ واري فلم ٺاهڻ جو به ڪشٽ نٿا ڪن. هنديءَ ۾ ڪروڙين رپيا داوَ تي لڳائڻ وارا اهي نرماتا سنڌيءَ ۾ ڪي لک رپيا به خرچ ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. هندي فلم جي هڪ سيٽ کي سينگارڻ پٺيان هو جيترا لک خرچين ٿا، اوتري رقم مان هڪ مڪمل سنڌي فلم ٺهي سگهي ٿي، تڏهن به هو اهو جوکم کڻڻ لاءِ تيار ناهن. پنهنجي

ٻوليءَ لاءِ هنن کي ڪو به لڳاءُ ڪونهي.

ٻهڙجو ٻرانس نه هئڻ ڪارڻ سنڌي فلمن کي موزون مارڪيٽ نٿو ملي جنهن ڪري سنڌي فلمون نفعو نٿيون حاصل ڪن. سنڌي سڄي ڀارت ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن جنهن ڪري سنڌي فلمون (سواءِ "هل ته ڀڄي هلون" جي) هيلتائين فقط صبح واري هڪ شو ۾ هلندڙون رهيون آهن. اهو ٽائيم هر ڪنهن لاءِ موزون نه هئڻ ڪارڻ سڀ سنڌي اهي نٿا ڏسي سگهن. ان ڪانسواءِ ٻين پرانتڪ فلمن کي ٻهڙجي ٻهڙجي راڄيه جي سرڪار وٽان آرٿڪ مدد ڪانسواءِ وندر ٽيڪس کان مڪتي به ملي ٿي. ان ڪري وڌيڪ ماڻهو سستي اگهه ۾ فلم ڏسن ٿا. پر سنڌي فلمن کي اهڙي طرح مالي مدد ۽ وندريل کان مڪتي ڪنهن وٽان ملي؟ اهو ڪم راڄيه سرڪار جو هئڻ ڪري گهٽا راڄيه ان لاءِ تيار ٿيندا؟ جيڪڏهن ڀارت سرڪار ان ٻاري ۾ ڪجهه ڪري ته ٻڏندڙ سنڌي فلمن کي سهارو ملي سگهي ٿو.

سنڌي فلمن مان سٺي ڪمائي نه ٿيڻ ڪري ڊسٽريبيوٽر ملڻ به مشڪل آهن، ان ڪيتر ۾ اهڙا ماڻهو نٿا اچن جن کي ڊسٽريبيوشن جو ڄاڻو هجي ان ڪري هر هڪ نئين فلم نئون ماڻهو ڪڍي ٿو ۽ فلم ڊسٽريبيوشن جو گهڻو انڀو نه هئڻ ڪارڻ ڪيس گهڻي تڪليف ٿئي ٿي. گجرات جو هڪ ڊسٽريبيوٽر

ڳوٺ ڳوٺ ڦري، پوسٽر پڌهرڻ هٽن سان تيار ڪري فلمن کي رليز ڪندو رهيو آهي. اهڙو ڪشٽ ونئي سنڌي فلمن لاءِ ڪم ڪندڙ ٻيا ڊسٽريبيوٽر ڪيترا؟ ٻين ڀاشائن جي فلمن لاءِ ته اهڙا ڪشٽ ونڻا نه پوندا آهن.

اڄون سنڌي درشڪن ٿي. ڀارت ۾ ٽيهارو لک سنڌي رهن ٿا. اهي جيڪڏهن فقط هڪ دفعو به پنهنجي مادري ڀاشا ۾ ٺهيل سنڌي فلم کي ڏسن ۽ ان کي همٿائڻ جي چاهنا رکن ته به ڪا به فلم ڪامياب ٿي سگهي ٿي. ليڪن اسان جا ڀائر هر سنڌي فلم جي ڀيٽ هندي فلم سان ڪندا آهن. هندي فلمن جي ڀيٽ ۾ سنڌي فلمون ڀلي اوترو اڳتي نه هجن، ان ۾ وڏا وڏا اسٽار ڀلي ڪم نه ڪندا هجن تڏهن به پنهنجي مادري ڀاشا جي فلم ڏسڻ جي ڀاونا سان گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو فلم ضرور ڏسڻ گهرجي.

هتي ڀارت ۾ سنڌي فلمن جو هيءُ حال آهي ته سنڌ ۾ وري هتان کان وڌيڪ سنڌي فلمون ٺهيون آهن. انهن جي معيار جي ته خبر ڪانهي پر گهٽ ۾ گهٽ انهن جو تعداد گهڻو سنتوش ڏيئاري ٿو. سنڌ ۾ ٺهيل سنڌي فلمون هيٺيون آهن. ١- محبوب مٺا ٢- چنچل ماءُ ٣- نوري ڄام تماچي ٤- ڏرلي لال ڪنوار ٥- سورٺ ٦- ٻادل ٧- منڙا شال ملن ٨- مومل راڻو ٩- چاندوڪي ١٠- سويا پٽ سنڌ جا ١١- سنڌڙيءَ تان صدقي ١٢- گهونگهٽ لاهه

ڪدوار ١٣- غيرت جو سوال ١٤- هڪ عاقل ١٥- تنهنجون ڳالهيون سڄڻ ١٦- سسئي پنهون ١٧- شهر وڇوڙ ١٨- آئي مدد بهار ١٩- دريا خان ٢٠- هن پار ٢١- الله محمد ٢٢- البيلي ٢٣- حاضر سائين ٢٤- رنگ محل ٢٥- قسمت ڪئي جدائي ٢٦- دلاور ٢٧- جاگير ٢٨- مارو ۽ ملهار وغيره.

پر هند يا سنڌ، اڄ فلمن جي پيٽ ۾ ويڊيو فلمون ڏينهن ڏينهن وڌيڪ لوڪپريہ ٿي رهيون آهن. اسانجن سنڌي نرماتائن کي انڪري ويڊيو فلمون تيار ڪرڻ گهرجن. ويڊيو فلمن ذريعي فلمن جا شائق گهر ويٺي نيون نيون فلمون ڏسڻ جي چاهنا رکن ٿا. ان ڪري ويڊيو فلمن جو مارڪيٽ وڌڻ لڳو آهي. سنڌي فلمن ٿي لڳيل رپيا خرچ اچي نوجوان جي زماني موجب موٽي ملڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ان جي پيٽ ۾ ويڊيو فلمون سستيون ۽ تمام ٿوري وقت ۾ تيار ڪري سگهجن ٿيون. اهي فلمون تيار ڪري دور درشن تان به رليز ڪرائي سگهجن ٿيون. خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو ڪي نرماتا انهيءَ ڏس ۾ اڳتي آيا آهن. ”مهما جهوليلال جي“ به اهڙي هڪ رنگين ويڊيو فلم آهي جيڪو گوپال خانچنداڻي تيار ڪري رهيو آهي. فلم لاءِ مهيندر ڪپور ۽ سلڪشنا پنڊت جي آواز ۾ ڪي گيت رڪارڊ ڪيا ويا آهن. ٻين ڪلاڪارن کي به اڳتي اچڻ گهرجي.

# ڀارت جون سنڌي اڪادميون

هر هڪ ديش جي سرڪار پنهنجي ديش جي مختلف ڀاشائن جي وڪاس ۽ واڌاري لاءِ يوجنائون عمل ۾ آڻيندي آهي. ڀارت ۾ پڻ انهيءَ طرح جون ڪوششون ٿي رهيون آهن. ڀارت سرڪار ديش جي مکيه توڙي غير مکيه ڀاشائن جي ڦهلاءَ ۽ وڪاس لاءِ جدا جدا يوجنائون هيٺ اهم ڪارج ڪري رهي آهي. ڀارتيه ودان جي فقري نمبر ٨ ۾ شامل ٿيل، ديش جي مکيه ڀاشائن ۾ اسانجي سنڌي ٻولي به شامل ٿيل آهي. ان ڪري سنڌي ٻوليءَ جي وڪاس لاءِ به سرڪار ڪارج ڪري رهي آهي.

ڀارت ۾ جدا جدا ٻولين جي پرچار، ڦهلاءَ ۽ ڀهبوديءَ جي لاءِ الڳ الڳ اڪادميون ۽ ٽرسٽ وغيره ٺهيا ٿيل آهن، جن جي زير سايه ڪيترين ئي ساهتيڪ مشغوليون ٿي رهيون آهن. اچو ته هتي انهن اڪادمين جي ڪارج تي سرسري نظر وجهون.

## مرڪزي ساهتيه اڪادمي

هن جي رچنا ڀارت سرڪار جي طرفان هڪ خودمختيار سنسٿا جي روپ ۾ مارچ ١٩٥٤ ۾ ڪئي وئي. لڳ ڀڳ ٣٣ سالن جي عرصي ۾ ڪيترائي ذڪر جوڳا ڪارج ڪري هن سنسٿا پنهنجو نالو

روشن ڪيو آهي.

اڪادميءَ طرفان ديش جي ٢٢ ڀاشائن، جن ۾ سنڌي به شامل آهي، جي ساهتيڪارن کي سندن شاهڪار رچنائن تي اڳ ۾ هر سال پنج هزار رپيا انعام ڏنو ويندو هو جو هينئر وڌائي ڏهه هزار ڪيو ويو آهي. انعام کٽيندڙ ساهتيڪارن کي هڪ سماروهه ۾ گهرائي سندن سنمان پڻ ڪيو ويندو آهي. جن ڀاشائن جي ساهتيه کي انعامي چٽاڀيٽيءَ ۾ شامل ڪيو ويندو آهي، سي آهن: آسامي، بنگالي، ڊوگري، انگريزي، گجراتي، هندي، ڪنڙ، ڪشميري، ڪونڪڻي، مئٿلي، مليالم، مڻيپوري، مراٺي، نيپالي، اڙيا، پنجابي، راجستاني، سنسڪرت، سنڌي، تامل، تيلگو ۽ اردو. انهن سڀني ٻولين ۾ اڪادميءَ ڪيترا ادبي ڪتاب پڻ ڇپايا آهن.

ڀارتيه ڀاشائن جي هڪ ٻئي سان ڏي-وٺ ڪرائڻ لاءِ اڪادميءَ ڪيترا معياري ڪتاب هڪ کان گهڻين ٻولين ۾ انواد ڪرايا آهن ۽ اهڙيءَ طرح سڀني ٻولين جي ساهتيه جي هڪ ٻئي سان ڏيٺ ويٺ ڪرائڻ ۽ انهن کي ويجهو آڻڻ ۾ اهم پارٽ ادا ڪيو آهي. سنڌيءَ ۾ پڻ ٻين ٻولين جا ناول، ڪهاڻي سنگره، ناٽڪ، شعر ۽ ٻيا جدرل ڪتاب ترجمو ڪري ڇپايا ويا آهن. "ڀارتيه ساهتيه جا نرماتا" سيريز

هيستائين ٻين ٻولين جي ساهتيڪارن جون جيونيون
سنڌيءَ ۾ آڻايون، ڪن سنڌي ساهتيڪارن جون
جيونيون سنڌيءَ ۾ لکايون ۽ ڪن سنڌي ساهتيڪارن
جون جيونيون ٻين ٻولين ۾ ترجمو ڪرائي، ڇپايون
ويون آهن. ان کان سواءِ سنڌيءَ سميت سڀني
ڀاشائن ۾ جدا جدا وقتن تي ساهتيڪ سيمينار ۽
ورڪشاپ وغيره رکيا ويندا آهن. اڪاڊميءَ جون
ٽي اداري مخزن ١. "انڊين لٽريچر" (ٻماهي-
انگريزي)، ٢. "سمڪالين ڀارتيه ساهتيه" (ٽماهي-
هندي) ۽ ٣. "سنسڪرت پرتڀا" (ڇماهي-سنسڪرت)
تمام سنڌر ۽ سٺيون مخزن آهن، جي ريگيولر
نڪرندڙ آهن ۽ صحتمند ساهتيه ڏيڻ ۾ اڳريون آهن.
انهن مخزن ۾ ڀارت جي ٻولين جي چونڊ رچنائن
جا انواد ڇپيا ويندا آهن. "انڊين لٽريچر" جو
هر سال نومبر-ڊسمبر جو انڪ، ڀارتيه ڀاشائن جي
ساهتيه جو سال ڀر جو "سروي نمبر" هوندو آهي.
اڪاڊميءَ شري پرمانند ميوارام جي "انگريزي-
سنڌي ڊڪشنري" ٻيهر ڇپائي آهي ۽ ويجهڙائيءَ ۾
"هوز هو آف انڊين رائيٽرس"، جنهن ۾ ديش جي
سڀني ٻولين جي ٣٦٠٠٠ زنده ليکڪن جي جاڻ
آهي، جهڙو گرنٿ ڇپائي هڪ جاکوڙي ڪم ڪري
ڏيکاريو آهي.

## راجستان سنڌي اڪادمي

هن اڪادميءَ جي استاپنا ١٩٧٩ ۾ ٿي. هن جو مکيہ اُديش آهي راجستان راڄ جي سنڌي ساهتيہ، ڀاشا ۽ سنسڪرتيءَ جو وڪاس ڪرڻ ۽ ان کي قائم دائم رکڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ. اڪادميءَ جي استاپنا ٿيڻ کان پوءِ راجستان جي ساهتيڪ سرگرمين ۾ چڱي تيزي آئي آهي.

راجستان سنڌي اڪادميءَ جا هيستائين ڪيل ڪاريہ هيٺيان آهن:

(١) ساليانو مخزن "رهاڻ": سنڌي اڪادمي هرسال "رهاڻ" نالي هڪ ساليانو رسالو شايع ڪندي آهي جنهن ۾ راجستان جي ساهتيڪارن سان گڏ ڀارت جي سنڌي ساهتيڪارن جون رچنائون ڇپيون وينديون آهن. سڀني ساهتيڪارن کي سندن رچنائن عيوض اُجورو بہ ڏنو ويندو آهي. هيستائين شايع ٿيل "رهاڻ" جي انڪن جو گيٽ اپ ۽ رچنائن جي چونڊ سنتوش ڪارڪ رهي آهي.

(٢) ساهتيڪ چٽاڀيٽيون: اڪادميءَ طرفان راجستان ۽ ڀارت جي ليکڪن لاءِ ٽي-فصلا ناٽڪن، ايڪانڪين، ڪهاڻين ۽ ٻال ڪهاڻين جون چٽاڀيٽيون رکيون ويون آهن ۽ انهن ۾ انعام حاصل ڪيل رچنائن مان ڪي ڪتابي روپ ۾ ڇپايون ٻہ ويون

آهن. اڪاڊميءَ، سنڌيءَ ۾ ٻه فصلا ٻالڪن جي
کوٽ کي دور ڪرڻ جي ڏس ۾ سٺو ڪاريه ڪيو آهي.

(٣) ليکڪن کي آرٿڪ سهايتا: راجستان ۾
ڪيترا سٺا ساهتيڪار رهن ٿا پر مهانگائيءَ جي
ڪارڻ انهن جون رچنائون روشنيءَ ۾ نٿيون اچن.
سنڌيءَ ۾ پروفيشنل پبلشر به ڪونه آهن، جيڪي
هنن جا ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪن. نتيجي طور ليکڪن
کي خود ئي اشاعت جو ڪم به ڪرڻو پوي ٿو. پر
پاٺڪ ورگ جي ڪميءَ ڪارڻ ليکڪ خود ڪتاب
ڇپائڻ کان ڇرڪن ٿا. انهيءَ مسئلي کي خيال ۾ رکي
اڪاڊميءَ ليکڪن کي، سندن رچنائون ڪتابي
روپ ۾ ڇپائڻ لاءِ آرٿڪ سهايتا ڏيڻ شروع ڪئي
آهي. راجستان جي رچناڪارن کي ڪتاب ڇپائڻ
لاءِ مالي امداد ڏني ويندي آهي، جنهن جي عيوض
ليکڪ کي ڪتاب ڇپجي وڃڻ کان پوءِ هڪ سو
ڪاپيون اڪاڊميءَ کي مفت طور ڏيڻيون پونديون
آهن. انهيءَ ريت اڪاڊمي جيڪي ڪتاب حاصل
ڪندي آهي سي پارس جي پستڪالين، اسڪولن ۽
ڪاليجن کي سوکڙي ڪري موڪليا ويندا آهن. هن
يوجنا جو هيلتائين ڪيترن نون توڙي جهونن ليکڪن
لاڀ ورتو آهي.

(٤) ليکڪ سيمينار ۽ مشاعرا: سنڌي ڀاشا ۽

ساهتيہ جي جدا جدا پهلن تي ويچارن جي ڏي وٺ ڪرڻ لاءِ اڪادميءَ طرفان راجستان جي ليکڪن جا سيمينار ۽ مشاعرا رکڻ جو به ڪارج ڪيو وڃي ٿو. ان سلسلي ۾ اديپور، اجمير ۽ جوڌپور ۾ ليکڪ سيمينار ۽ اجمير ۾ مشاعرو ٿي چڪو آهي.

ٻئين سرگرمين کان سواءِ سنڌي ڀاشا سيکارڻ لاءِ تعليمي ڪلاس، آرٿڪ طور ڪمزور سنڌي ليکڪن کي آرٿڪ سهايتا، چونڊ معياري ڪتابن تي ٻن-ٻن هزار رپين جا روڪ انعام، پرسڌ سنڌي هستين جو سنمان ڪري کين "سنڌي رتن" جو خطاب ارپڻ ڪرڻ ۽ ساليانا جلسا ملهائڻ وغيره جهڙا اهم ڪارج اڪادمي ڪري رهي آهي.

## گجرات ساهتيہ اڪادمي

شروعات ۾ هيءَ اڪادمي صرف سنڌي ٻولي ۽ ساهتيہ جي وڪاس لاءِ نہ ٺاهي وئي آهي تڏهن به هن هيلتائين سنڌيءَ جي وڪاس لاءِ سڀ کان گهڻو ڪم ڪري هڪ رڪارڊ قائم ڪيو آهي. هن جي استاپنا ١٧ جون ١٩٨٢ تي ٿي. شروعات ۾ هيءَ گجراتي ساهتيہ اڪادميءَ جي ٺالي سان وجود ۾ آئي پر ٿرت ئي هن جو نالو بدلائي "گجرات ساهتيہ اڪادمي" رکيو ويو. تڏهن کان هيءَ گجرات جي مڙني ڀاشائن جي لاءِ ڪارج ڪندي پئي اچي جنهن

۾ آهن مکيه گجراتي، سنڌي ۽ اردو ڀاشائن لاءِ گهڻو ڪم ڪيو آهي.

هن اڪادميءَ طرفان سنڌي ساهتيه ۽ ڀاشا جي بهبوديءَ ۽ وڪاس لاءِ ڪيل ڪارج هن ريت آهن:

(١) ليکڪن کي انعام: گجرات جي ليکڪن کي هيءَ اڪادمي جيترا انعام ڏيندي آهي، اوترا انعام ٻي ڪابه اڪادمي يا سنسٿا نه ڏيندي هوندي، سنڌيءَ ۾ هر سال ننڍا وڏا ڪل ۴۵ انعام اڪادميءَ طرفان ڏنا ويندا آهن. ڪهاڻي، ناول، ناٽڪ، ايڪانڪي، مضمون، ڀاشا-وياڪرڻ، شعر، ساهتيه وويچن، جيوني ۽ سماج شاستر جهڙن صنفن مان هر هڪ تي ٽي ٽي انعام، جنهن ۾ پهريون ٻه هزار رپيا، ٻيون هڪ هزار رپيا ۽ ٽيون پنج سو رپيا اهڙيءَ طرح ڪل ٣٠ انعام ڏنا ويندا آهن. اهڙيءَ طرح ٻال ساهتيه تي وري ٻيا ١٥ انعام ڏنا ويندا آهن، جنهن ۾ پهرئين نمبر کي هڪ هزار رپيا، ٻئين کي ڇهه سو رپيا ۽ ٽئين کي چار سو رپيا ڏنا ويندا آهن. اهي انعام ساهتيه جي پنجن شاخن ناٽڪ، ڪهاڻي، ڪويتا، مضمون ۽ لوڪ ڪهاڻين تي ڏنا وڃن ٿا. هيلتائين گجرات جي تمام گهڻن ليکڪن کي هن يوجنا هيٺ انعام ملي چڪا آهن. سنڌيءَ جيان اردو ڀاشا جي ڪتابن تي به اهڙا ۴۵ انعام ڏنا

وڃن ٿا.

(٢) دستخطن کي ڇپائڻ لاءِ امداد: اتهاس، فيلسوفي، وگيان، ٽيڪنالاجي، منووگيان، سماج-شاستر، سنسڪرتي، ڪلا، ڀاشا ساهتيه ۽ شاستريه سنڌوتن وغيره جهڙن وشين تي لکيل دستخط ڇپائڻ لاءِ گجرات جي ليکڪن کي اڪادميءَ طرفان ڪل ڇپائي خرچ جو ٦٠ سيڪڙو (وڌ ۾ وڌ ٻه هزار رپيا) مالي مدد ڏني وڃي ٿي. ڪتاب ڇپجڻ کان پوءِ ليکڪن کي هر هڪ ڪتاب جون صرف پنج ڪاپيون اڪادميءَ کي ڀيٽ طور ڏيڻيون پونديون آهن. ڪتاب جي قيمت اڪادميءَ طرفان طئه ڪئي ويندي آهي. هن يوجنا ۾ ڪوتا، ناٽڪ، ناول، آکاڻي، جيون چرتر، ريکاچتر وغيره جهڙي للت ساهتيه کي شامل نه ڪيو ويندو آهي. هن يوجنا جو لاڀ وٺي گجرات جي ڪيترن ليکڪن ڪتاب ڇپايا آهن.

(٣) ترجمي لاءِ امداد: هن يوجنا هيٺ سنڌي ڀاشا مان ناول، ناٽڪ، ڪهاڻيون، ڪوتا ۽ ايڪانڪي وغيره جهڙيون للت ساهتيه جون رچنائون ۽ کوجنا-تمڪ ڪتاب گجراتي ڀاشا ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ يا اهڙين گجراتي رچنائن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ گجرات ۾ رهندڙ يا گجرات کان ٻاهر جي ليکڪن / انوادڪن

کي آرٿڪ سهائتا ڏني ويندي آهي. هر هڪ ڪتاب جي ڇپائيءَ پٺيان ٿيل خرچ جو ۷۵ سيڪڙو (وڌ ۾ وڌ پنج هزار رپيا) مالي مدد ڏني ويندي آهي ۽ بدلي ۾ ڇپيل ڪتاب جون ۵ ڪاپيون انعام طور ورتيون وينديون آهن. هن يوجنا هيٺ گجراتيءَ مان سنڌيءَ ۾ ۽ سنڌيءَ مان گجراتيءَ ۾ انوواد ٿيل سوين ڪتاب ڇپجي ظاهر ٿيا آهن.

(۴) سنڌي ساهتيہ سيمينار: اڪاڊميءَ طرفان جدا جدا موقعن تي ساهتيہ سيمينار پڻ سڏايا ويندا آهن. هيلتائين اهڙا سيمينار آديپور ۽ بڙودا ۾ ٿي چڪا آهن.

مٿين يوجنائن کان سواءِ سنڌي ساهتيہ جي بزرگ ساهتيڪارن جو سنمان، آرٿڪ طور پڇتي پيل ليکڪن کي مالي مدد، اڻلڀ ڪتاب وري ڇپائڻ لاءِ سنستائن کي آرٿڪ سهائتا، سنڌي ٻوليءَ جا ڪلاس هلائڻ لاءِ مدد اسڪول ۽ لئبررين کي سنڌي ڪتاب خريد ڪرڻ لاءِ مدد ڏيڻ وغيره جهڙيون يوجنائون به اڪاڊميءَ طرفان هلنديون آهن.

گجرات ساهتيہ اڪاڊميءَ طرفان گجراتيءَ ۾ هڪ معياري ماهوار ادبي مخزن "شبد سرشٽي" شايع ٿيندو آهي. سنڌيءَ ۾ به "ادبي چمن" نالي هڪ ساليانو رسالو شروع ڪيو ويو آهي.

ياد رهي ته گجرات ساهتيہ اڪاڊميءَ کان اڳ

سنڌي ساهتيہ ۽ ٻوليءَ جي وڪاس لاءِ مکيہ ٻہ جدائن مان کي ٻہ جدائون گجرات سرڪار جي ”ڊائريڪٽوريٽ آف لئنگويجز“ جي زير سايہ هلندڙ هيون گجرات ساهتيہ اڪادميءَ جي اسٿاپنا ٿيڻ کان پوءِ اهي ٻہ جدائون اڪادميءَ کي سونپيون ويون. ۱ اپريل ۸۷ع کان سنڌي ڀاشا لاءِ الڳ سنڌي اڪادميءَ جي رچنا ڪئي وئي آهي ان ڪري هينئر اهي ٻہ جدائون سنڌي اڪادميءَ کي سونپيون ويون آهن.

## مڌيہ پرديش سنڌي ساهتيہ اڪادمي

هن اڪادميءَ جي رچنا ۲۹ نومبر ۱۹۸۳ ۾ ٿي. هن اڪادميءَ جي وڌان موجب مڌيہ پرديش جو مکيہ منتري ان جو چيئرمين ٿي رهندو آهي. ايم. پيءَ ٻين ساهتيہ ۽ ڪلا جي اڪادمين مان ٻہ هڪ هڪ عيوضي، هن اڪادميءَ جي ميمبر طور کنيو ويندو آهي.

اڪادميءَ طرفان وقت بہ وقت سنڌي ساهتيہ تي سيمينار رکيا ويندا آهن. نون اڀرندڙ ليکڪن کي تربيت ڏيڻ لاءِ ورڪشاپ پڻ رکيا ويندا آهن. رائپور، ساڳر، انڌور، ڀلاسپور ۽ ٻين شهرن ۾ هيل تائين اهڙا سيمينار ۽ ورڪشاپ رکيا ويا آهن. سنڌيءَ ۾ شايع ٿيل ڪتابن مان هڪ معياري ادبي ڪتاب کي هر سال انعام ڏيڻ جي يوجنا بہ هلندڙ

آهي. ليکڪن کي ڪتاب ڇپائڻ لاءِ مالي مدد پڻ ڏني ويندي آهي.

## سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ (سنڌي يونٽ)

ڀارت سرڪار جي تعليم کاتي جي زير سايه هلندڙ هيءَ ڊائريڪٽوريٽ هندي ڀاشا جي وڪاس جي ڪارج ۾ لڳل آهي. سنڌيءَ لاءِ ڪو الڳ بورڊ يا ڊائريڪٽوريٽ نه هئڻ ڪري سنڌي ڀاشا جي جوابداري به هن ئي ڊائريڪٽوريٽ کي سونپي وئي آهي. سنڌيءَ لاءِ يوجنائون گهڙڻ ۽ انهن جي باري ۾ ويچارن جي ڏي وٺ ڪرڻ لاءِ هڪ صلاحڪار سميتي مقرر ڪئي وئي آهي. هيءَ ادارو سنڌي ٻولي ۽ ساهتيه جي وڪاس لاءِ گهڻوئي سٺو ڪارج ڪري رهيو آهي. ان جي طرفان هلندڙ مختلف يوجنائون هيٺيون آهن:

(١) معياري ادبي ڪتابن تي انعام: ڊائريڪٽوريٽ طرفان ڀارت جي سنڌي ليکڪن وٽان ڪتابن جون داخلائون گهرايون وينديون آهن، جن مان بهترين ڇهن ڪتابن تي هر سال اڍائي-اڍائي هزار رپين جو انعام ڏنو ويندو آهي. هن يوجنا ۾ ڪيترن ئي ليکڪن کي هزارين انعام ملي چڪا آهن.

(٢) وڏي تعداد ۾ ڪتابن جي خريدي: سنڌيءَ ۾ ڪتابن جي وڪري جي مسئلي کي خيال ۾ رکي،

ليکڪن ۽ پرڪاشڪن کان سندس شايع ٿيل ڪتابن مان هرهڪ جون ۲۰۰ تائين ڪاپيون ۲۵ سيڪڙو لاٿ سان خريد ڪيون وينديون آهن. هن يوجنا جي عمل ۾ اچڻ کان پوءِ سنڌيءَ ۾ گهڻي تعداد ۾ ڪتاب ڇپجڻ لڳا آهن.

(۳) ساهتيه ورڪشاپ: سنڌيءَ جي نئون ۽ اُسرندڙ ليکڪن کي ساهتيه سرجڻ ڪرڻ جي ڏس ۾ مارگ درشن ڏيڻ لاءِ جدا جدا شهرن ۾ ورڪشاپ رکيا ويندا آهن. هيلتائين ڪهاڻي، شعر، ناٽڪ، تنقيد، انواد ۽ ٻال ساهتيه وغيره جهڙن صنفن تي رکيل ورڪشاپن ۾ حاضر رهي ڪيترن اُسرندڙ ليکڪن رهبري حاصل ڪئي آهي.

(۴) سماروهه ۽ سيمينار: ڊائريڪٽوريٽ طرفان سنڌيءَ جي سرمور ساهتيڪارن جي جيوني ۽ رچنائن جو کوجنائمڪ اڀياس ڪرڻ لاءِ سماروهه رکيا ويندا آهن. هيلتائين ڊاڪٽر گربخشاڻي، شاهه، سامي، بيوس ۽ اوائلي دور جي نثرنويسن تي اهڙا سماروهه رکيا ويا آهن. ساڳيءَ طرح ساهتيه جي ڇنڊڇاڻ ۽ اڀياس لاءِ مختلف پهلن تي ڀارت جي ڪيترن شهرن ۾ ساهتيه سيمينار پڻ رکيا ويا آهن.

مٿين يوجنائن کان سواءِ سٺا ۽ ڪارگر ڪتاب لکائي ڇپائڻ، انواد ڪرائڻ، اڻلڀ ڪتاب وري

ڇپائڻ جهڙيون رٿائون ۽ ڊائريڪٽوريٽ طرفان اڳ هلندڙ رٿائون جي هينئر بند آهن.

## مهاراشٽر راجيه سنڌي ساهتيه اڪادمي

هن اڪادميءَ کي وجود ۾ آئي اڃا ٻه ٽي سال ٿيا آهن. انهيءَ عرصي ۾ هن اڪادميءَ طرفان ڪي رٿائون ٺاهيون ويون آهن جن تي عمل اڃا باقي آهي. سنڌي ٻوليءَ جي وڪاس لاءِ اڪادميءَ هيٺيون پروگرام رٿيو آهي جو "سنڌي ٽائيمس" جي ٣ نومبر ١٩٨٦ جي انڪ ۾ ظاهر ڪيو ويو آهي:

(١) مراٺي ٻوليءَ جا ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا ڪتاب مراٺي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرايا ويندا ۽ انهن جي اشاعت لاءِ گرانٽ ڏني ويندي.

(٢) ايس. ايس. سي، هاير سيڪنڊري، بي. اي (سنڌي مکيه وشيه) ۽ ايم. اي. (سمپورڻ سنڌي) ۾، سنڌي وشيه ۾ گهڻي ۾ گهڻيون مارڪون کڻندڙ وديارٿين کي هڪ هڪ هزار رپيا انعام ڏنا ويندا.

(٣) هڪ ڇهه ماهي مخزن ڇپائي ويندي.

(٤) سنڌي ليکڪن ۽ شاعرن کان اڻڇپيل رچنائون گهرائي، انهن مان معياري رچنائن جي چونڊ ڪري، انهن جي ڇپائيءَ لاءِ ليکڪن ۽ شاعرن

کي مالي مدد ڏني ويندي، جا ڇپائيءَ جي خرچ جي ٧٥ سيڪڙو تائين هوندي.

(٥) رجسٽرڊ ٿيل يا تسليم ٿيل ساهتيڪ / ڪلچرل سنستائن، ڪاليجن جي ساهتيڪ سرڪل وغيره کي مشاعرن، ناٽڪن، سيمينار يا ٻيا ڪي ادبي / ڪلچرل پروگرام ڪرڻ لاءِ گرانٽ ڏني ويندي.

(٦) رجسٽرڊ ٿيل يا تسليم ٿيل تعليمي / ادبي سنستائن کي سنڌي ٻولي سيکارڻ جا ڪلاس هلائڻ لاءِ گرانٽ ڏني ويندي.

(٧) سنڌي ٻولي ۽ ساهت جي واڌاري لاءِ وقت بوقت سيمينار، سمپوزيم، ڪانفرنسون يا نماءُ ڪيا ويندا.

(٨) پرسڌ ليکڪن ۽ شاعرن سان ادبي گڏجاڻيون ڪيون وينديون.

(٩) سنڌي پستڪالين کي ڪتابن، مخزنن خريد ڪرڻ لاءِ گرانٽ ڏني ويندي.

(١٠) ڇپيل ڪتابن مان سڀ کان معياري ڪتاب جي چونڊ ڪري ان جي ليکڪ کي ڏهن هزارن روپين جو انعام ڏنو ويندو.

(١١) ڪنهن به ليکڪ يا شاعر جو سندس سنڌي ٻولي ۽ ساهت جي ڪيل خدمتن عيوض سنمان ڪيو ويندو.

(١٢) گهرجائو ليکڪن ۽ شاعرن کي مالي مدد ڏني ويندي.

(١٣) ليکڪن، شاعرن ۽ ودوانن کي سنڌي ٻولي / ساهت ٻابت ڪو جدائمڪ ڪارج ڪرڻ لاءِ فيلوشپ ۽ وظيفو ڏنو ويندو.

## ٻين راڄين ۾ سنڌي اڪادميون

ڀارت جي ڪن پرانتن ۾ ٻه پيل سنڌي اڪادميون جيان اتر پرديش ۾ به سنڌي اڪادمي جي استاپنا جي پڌرائي ٿي چڪي آهي پر ان بعد اُن جو ڪو سماچار ڪونهي. دهليءَ ۾ به سنڌي اڪادميءَ جي استاپنا لاءِ زوردار گهر ٿي رهي آهي. جولاءِ ٨٥ ۾ دهليءَ جو چيف ايگزيڪيو ٽو ڪائونسلر پرويش چند رهڪ سوال جي جواب ۾ ميٽرو پوليٽن ڪائونسل اڳيان اها ڳالهه ظاهر ڪري چڪو آهي ته سنڌي اڪادميءَ جي استاپنا ائڊمنسٽريشن جي زير وچار آهي.

ڀارت ۾ سنڌي اڪادمين جي نهڻ کان پوءِ ڏٺو وڃي ته سنڌي ٻولي ۽ ساهتيه جي چڱي ترقي ٿي آهي. سنڌيءَ ۾ هر سال جهجهي تعداد ۾ ڪتاب ڇپجڻ لڳا آهن، سيمينار - ورڪشاپ ٿي رهيا آهن ۽ ليکڪن کي انعام اڪرام ملي رهيا آهن. ڪيترا نوان ليکڪ به اُسري آهن. ان طرح ڏسبو ته ڀاشا ۽ ساهتيه جي وڪاس جو ڪم ته گهڻو ٿيو آهي پر

اڪادمين جي ڪارڻ اسان جو پڙهڻ جي پوليءَ سان ناتو ويو آهي وڌيڪ گهرگهلو ٿيندو. اڳي سنڌي ليکڪ پڙهڻ جي پوليءَ سان جڏهن ناتو جوڙي پيا ڪڏهن سوارٿ وغيره جي جيڪو ڪم ڪندا هئا تڏهن ۾ هنن جي سچي لگن، مالر ڀاشا لاءِ موهه ۽ شرڌا وغيره ۾ شامل هئا پر ڪٿيءَ جو ڪٿورو وڌيڪ معتدل خيز اٿڻ جي ٿيو آهي.

ڪيترا ان اڪادمين جي مدد سان نوان ليکڪ ۾ تمام گهڻا ميدان ۾ آيا آهن. انهن ڏسڻ ۾ آيو آهي ته هڪ نئون ليکڪ جڏهن جنم وٺي ٿو ته ان جي بدران هڪ پاٺڪ ختم ٿئي ٿو. انهن سنڌيءَ ۾ جيئن جيئن نوان ليکڪ اڀرندا آيا آهن تيئن تيئن پاٺڪ ختم ٿيندا ويا آهن نتيجي طور ساهتيه جي وڪري جو وڏي ۾ وڏو مسئلو اچي سامهون بيٺو آهي. ڪڏهن ۾ اڪادميءَ سنڌي ساهتيه جي وڪري کي هٿي ڏيڻ لاءِ ڪا ۾ ڪيتري ڪوشش نه ڪئي آهي. صرف سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ ليکڪن کان ڏهه ۾ سؤ ڪاپيون خريد ڪري ٿي جڏهن جو مقصد سٺو هوندي ۾ ان جي ڪارڻ سنڌي ڪتابن جي وڪري جي رهي سهي عزت ۾ وڃڻ لڳي آهي. ان قسم جي خريداريءَ ڪارڻ ڪتابن جون قيمتون چوٽ چڙهڻ لڳيون آهن نتيجي طور عام پاٺڪن جي پهچ

ڪان ڪتاب اَچا ۽ دور ٿيڻ لڳا آهن ۽ انهيءَ ڪارڻ ٻاهر ڪتاب جي هڪ ڪاپي ۽ وڪامي نٿي سگهي.

اڪادمين جون ڪيتريون يوجنائون سٺيون ۽ ڪارائتيون هونديون ۽ اڃا انهن کي صحيح دشا ڏيڻ تمام ضروري آهي. مثال طور:

سنڌيءَ ۾ ڪا ٻ هڪ سٺي ۽ سستي مخزن نڪرڻ تمام ضروري آهي. تمام واجبي قيمت رکـــي ان کي عام ماڻهن تائين پهچائڻ تمام ضروري آهي. بلڪل مفت ۾ مخزن ورهائڻ يا لاڳت کي ڌيان ۾ رکي مخزن جي وڏي قيمت رکـــڻ ان جو حل نه آهـي. ان لاءِ جيڪو ٻين يوجنائن جي ڇپيان خرچ ڪجي ٿو تنهن ۾ ڪٽر آٽي مخزن جـي ڇپيان خرچ ڪيو وڃي ۽ ان جي تمام واجبي قيمت رکي، سهڻي ايڊيٽنگ سان عام سنڌين تائين پهچائي وڃـي. اها مخزن ماهوار، ٻماهي يا ٽماهي ٿي سگهي ٿي.

ٻال ساهتيه ڏانهن ۽ اڪادمين جو جوڳو ڌيـــان ضروري آهي. هڪ اڌ اڪادميءَ ان طرف ٿورو گهڻو ڌيان ڏنو آهي پر ان ڏس ۾ اڃا بـ وڌيڪ ڌيان گهربل آهي. ٻال ساهتيه، سموري ادبي سرگرمين جو ٻنياد آهي. انهيءَ ٻنياد کـي پڪڙي اسان کي ڪم ڪرڻ گهرجي ان لاءِ سٺو، سنڌر ٻال ساهتيه ڪيڻ لاءِ ليکڪن کي پروتساهن ملڻ گهرجي، رنگين

تصويرن سان ڪتاب ڇپائڻ جون مشڪليون ٽيڻ گهرجن. ممڪن هجي ته ٻارن لاءِ هڪ سهڻين رنگين تصويرن سان سينگاريل هڪ مخزن ڪڍڻ گهرجي جيڪا آفسيٽ تي ڇپائي ٻارن جي اڳيان آڻجي.

سنڌيءَ ۾ الفابيٽ جو هڪ صحيح ۽ مڪمل سلسلو نه موجود ڪونهي. هر پرانت ۽ هر شهر ۾ هرڪو اڻ ٻاڪ پنهنجي پنهنجي سلسلي موجب الفابيٽ پيو سيکاري. هرهڪ پرانت جي درسي ڪتابن ۾ ! الفابيٽ جو نمونو ٻيو ٻيو ڏنل آهي. ان لاءِ نه مرڪزي سطح تي ودوانن جي هڪ گڏيل ميٽنگ ٿيڻ ضروري آهي جتي هڪ گڏيل فيصلو ڪري، الفابيٽ جو هڪ ئي نمونو مقرر ڪرڻ گهرجي ۽ سڀني هندستان جي تعليمي سنسٿائن کي ان کان واقف ڪرڻ گهرجي. ان لاءِ اڪادميون گڏجي ان نموني جي هڪ پستڪ جو آيوجن ڪري سگهن ٿيون جنهن ۾ ڀاشا وگيان جي سڀني مڪمل ودوانن کي گهرائڻ ضروري آهي. ڊڪشنرين ۾ لفظ ڳولهڻ لاءِ، الفابيٽ جو هڪ ئي مڪمل نمونو بيحد ضروري آهي.

اڪادمين طرفان ڪتاب ڇپائڻ لاءِ ليکڪن کي امداد ته ڏني وڃي ٿي پر ڪتاب جي قيمت تي انهن جو ڪو نه ضابطو (هڪ اڌ اڪادميءَ کي ڇڏي)

ٺهو رهي، جنهن جي ڪارڻ ليکڪ ڪتاب جي قيمت مان ماني رکي ان کي مهانگو بڻائي ٿو. ڪن هنڌ ته ليکڪ سهائتا مليل ڪتاب تي اشتهار به وجهن ٿا تڏهن به ان جي قيمت اهڙي ته وڌي ٿا رکن جو عام پاٺڪ تائين پهچڻ محال ٿيو پوي. ان لاءِ مالي سهائتا جي نيمن ۾ ٿوري سختي آڻي، ڪتاب جي قيمت واجب رکڻ جو سڌانت اپنايو وڃي.

اڪاڊميءَ جو ڪاروبار هلائڻ لاءِ ٿاپيل ميمبرن تي هيلتائين گهڻو واد وواد هلندو آيو آهي. ڪي اعتراض صحيح به هوندا ته ڪي غلط به هوندا پر اهو ضروري آهي ته جيڪي به ميمبر ٿاپجن تن کي ساهتيه ۽ ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ نيون نيون يوجنائون سوچڻ گهرجن، جن ذريعي صرف چند شخص کي لاڀ ملڻ بدران سموري سنڌي جاتيءَ کي فيض رسي.

# سنڌيءَ ۾ پستڪ پرڪاشن

ڀارت جي سڀني ننڍين وڏين ٻولين سان گڏوگڏ انگريزي ۾ انيڪ ڪتاب ڇپجن ٿا. ڪيترن پرائيويٽ پبلشرن سان گڏ ڀارت سرڪار جا ڪي ادارا به انهن ٻولين ۾ ڪتاب ڇپائين ٿا. دنيا ۾ پستڪ پرڪاشن جي خيال کان اسانجو ديش ڏهون نمبر استان رکي ٿو. جڏهن ته آدمشماريءَ جي خيال کان اسانجو ديش دنيا ۾ ٻيون نمبر آهي. اهو ڏيکاري ٿو ته اسانجي ملڪ ۾ ماڻهن کي ڪتابن سان ايڏو لڳاءُ ڪونهي. آدم جي واڌ سان گڏ ڪتاب ڇپجڻ جو انداز به وڌڻ کپي. پر وڌيو ڪونهي. اهي انگ اکر ڪتابن جي ٽائيٽلن انوسار طئه ٿيل آهن. جيڪڏهن ڪاپين جي تعداد جي خيال کان ڏسبو ته اها به وڌيڪ نراشاجنڪ ڳالهه ڏسڻ ۾ ايندي. ڇوجو وديشن گهڻو ڪري ۾ ڪنهن به ڪتاب جون گهٽ ۾ گهٽ ٢٥ هزار ڪاپيون ڇپجنديون آهن. ڪن ڪتابن جون ڪاپيون لکين لکن ٽائين به هونديون آهن. ٻئي طرف اسانجي ديش ۾ ڪنهن به ڪتاب جون هڪ هزار کان ٻه ٽي هزارن ٽائين ڪاپيون مس ڇپجنديون آهن- سنڌيءَ ۾ ته ان کان به تمام گهٽ!

انگريزي ڪتابن جي ڇپائيءَ ۾ اسانجو ديش ٽيون نمبر آهي. انگريزي ڀاشا جي ملڪن آمريڪا

۽ پڙهڻ کانپوءِ اسان وٽ نئين انگريزي ڪتاب
وڌيڪ چوڻ لڳا. انگريزيءَ جهڙي وديشي ڀاشا
ڳالهائيندڙن جو انداز جنهن ديش ۾ تمام ٿورو هجي،
اُتي انگريزي ڪتابن ۾ اهو نئون نمبر ڇپجي! اهو
ڏيکاري ٿو ته اسان وٽان انگريزيءَ جو شوق اڃا
ويو ڪونهي.

اسانجي ديش ۾ انگريزي ڪتاب ڇپيندڙ پرائيويٽ
پبلشر به آهن ته سرڪاري سنسٿائون به آهن. اهي
هرسال ڪتابن جي وديشن ۾ روانگي به ڪن ٿا.
سال ۱۹۸۳-۸۴ ۾ ڀارت مان ۲۰ ڪروڙ رپين جا ۽ سال
۱۹۸۵-۸۶ ۾ ۲۴ ڪروڙ روپين جا ڪتاب وديش ۾
وڪرو ڪيا ويا. افسوس جو انهيءَ روانگيءَ ۾
سنڌي ڪتابن جو ڪو نالو نشان ڪونهي. جڏهن
پنهنجي ديش ۾ ئي سنڌي ڪتابن جو وڪرو بلڪل
نه جهڙو آهي، اُتي وديشن ۾ روانگيءَ جي آشا
رکڻ اجائي آهي.

اها هڪ حقيقت آهي ته اسانجي ديش ۾ سنڌي
ڪتابن جي ڇپائي مرڻينگ حالت ۾ آهي. ڏينهن
به ڏينهن حالت وڌيڪ خراب ٿيندي وڃي.
ڪتابن جو وڪرو گهٽجندو پيو وڃي. انهيءَ اسٽيٽ
مان سنڌي ٻوليءَ جي ڪتابن کي ٻاهر آڻڻ لاءِ
سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ وڏي تعداد ۾ ڪتابن

جي خريداري ڪرڻ شروع ڪئي آهي. جدا ڪري حالتون سڌريون ٿين ٿيون جيستائين ماڻهن ۾ پڙهڻ جي ٻوليءَ لاءِ ڪو پيار ناهي تيستائين اهڙيون ٻه جدائون ۽ اجايون آهن.

ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ساهتيہ ڇپائڻ جون مشغوليون ڪندڙ انيڪ پرڪاشن سنستائون ۽ انهن جي ٻانيڪارن کي وسارڻ هس بيجاءِ نہ ٿيندو. هري موٽواڻي ڪونج پبليڪيشن دواران تمام گهڻا سٺا ادبي ڪتاب ڇپائي سنڌي ادب جي گهڻي شيوا ڪئي آهي. ڪونج جي ڪيترن ڪتابن کي مرڪزي ساهتيہ اڪادميءَ جا انعام مليا آهن. هندستان ڪتاب گهر وارن سماجڪ ۽ جيون اپيوگي ڪارائتا ڪتاب ڇپايا آهن تہ پارس جيون ساهتيہ منڊل جي جيٺانند لعلواڻيءَ هر طرح جا ناول ترجمي ڪتاب، ڪهاڻين جا مجموعا وغيره ڇپائي عام ماڻهن ۾ ساهتيہ جو شوق جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن طرفان ٻہ سال ۾ چار پنج سٺا، شاندار ۽ معياري ڪتاب ڇپايا ويندا آهن. احمدآباد جي شيام راموڪياڻيءَ تہ ڪويتا ساهتيہ مالها طرفان هر نئي وڏي ليکڪ جا سؤ کان وڌيڪ ڪتاب ظاهر ڪيا آهن ۽ گلستان پبليڪيشن جو ٻه سربرس ٻڌجي ٻارن لاءِ سوين ڪتاب پيش ڪيا آهن. اسرا پبليڪيشن،

احمدآباد طرفان پنجاهه کان وڌيڪ ڪتاب ڇپيا آهن. ڪيمت جي خيال کان سڀ کان سستا ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪرڻ ۾ اجمير جي هري هنٽاڻيءَ کي داد ڏيڻو پوندو. هن اجمير پبليڪيشن جي ساڳئي قيمت تعداد جي خيال کان ٿوري سهڻن ۽ بهترين ڇپائي، ٽائيپ، بائينڊنگ وغيره وارا ڪتاب ڇپائي نالو ڪڍيو آهي. ٽئين دنيا طرفان آدم صاحب به انيڪ ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪيا آهن.

انهن پبليڪيشنس کانسواءِ ٻين به ڪن سنستائن جو سنڌي ساهتيه ڇپائڻ ۾ اهم رول رهيو آهي ۽ هر وقت جون ڇپيون ڪاڻي، اهي هيٺيون ٻڌن ٿي چڪيون آهن. جيوتسنا چاولا جو سهڻي ڪتاب گهر، جڳت آڏواڻيءَ جون ڪهاڻي ۽ شويتا پبليڪيشنس، ليج پارواڻيءَ جي نرگس پبليڪيشن، لعل پشپ جي پره ڦٽي، گوپي آڏواڻيءَ جي ساهت ڌارا، ڀاري چاپڙيا جي سرگم ساهت، راڄن چاولا جي سورج ساهتيه مالها وغيره اهڙيون پبليڪيشنس آهن جن چڱا ڪتاب ڇپائي پڌريءَ سان وڏو ونءُ ڪيو آهي. پر هيٺيون اهي ٻڌ آهن. ٻيا به ڪيترا ننڍا وڏا پبلشر هوندا، جن کي ڪي قدم اڳتي هلي رکڻي ويا هوندا. اهو رڪجڻ ۽ وري اٿڻ ٻا نون جي پڌرا ٿيڻ جو سلسلو هلندو پيو اچي. ان هوندي به انهن ڇوٽڻ ۾ ڌرو به وڌاءُ

نه ڏيندو ته هنديءَ ۾ ڪتاب ڇپائڻ جي جوابداري مکيه طور ليکڪن پٽي نباهي آهي. مٿي ذڪر ڪيل چالو ٿيا بند ٿي ويا پبليڪيشنس مان ڪن جا مکيه هرتا ڪرتا ليکڪ ئي ڏسڻ ۾ ايندا. انهن کانسواءِ پاڙس ۾ پکڙيل پيا ته سنڌي ليکڪ پنهنجي هزارن پئسا ڏيئي ڪتاب ڇپائيندا رهيا آهن. ڪتابن جي ڇپائيءَ سان گڏوگڏ وڪري جو جهنجهٽ به جڙيل آهي. پاڙس جي پي ڪٿهن به مکيه پوليءَ سان اهڙي ويڇن نه هوندي، جهڙي سنڌيءَ سان آهي. ليکڪ، پاڻ ئي پبلشر جو رول ادا ڪندي پنهنجي تخليقي ڪارج سان انترو نٿو نباهي سگهي جيترو ڪيس نباهڻ کپي. ڪتابن ڇپائڻ جي مشغولي پروفيشنل نه رهي آهي. ان ۾ ڪجهه حاصل ڪرڻ بدران وڃائڻ جو به وڏيڪ ڊپ آهي. انڪري ڪوبه انهيءَ کي زندگي جي مقصد کان اپنائڻ نٿو چاهي. دقتون به وڏيڪ آهن. اشتهارن کان سواءِ ڇوٽڪارو ڪونهي وڪري جو ڪوبه بندوبست ڪونهي ڪي به لئبريون ڪونهن. جهڙڪي اڳي هئون سي هيٺر بند ٿي چڪيون آهن. ڪٿهن ۾ به سنڌي ڪتاب خريد ڪرڻ جو چاهه ڪونهي اهڙي خشڪ واتاورڻ ۾ سنڌي ڪتابن جي مستقبل جو اندازو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. البت سرڪاري سهائتا سان ڪتاب ڇپائڻ جي پروڙي

زور شور سان چالو آهي. گجرات ساهتيه اڪادمي ۽ راجستان سنڌي اڪادميءَ کان مالي مدد وٺي ڪيترن ليکڪن ڪتاب ڇپايا آهن. پر مالي مدد سان ڇپايل ڪتاب به ليکڪن جي گهرن ۾ پيا ته جڳهه سيڙائي ويٺا آهن. يا مفت ۾ ورهائجي واه واه حاصل ڪري رهيا آهن.

سنڌي ڪتابن جي وڪري جي اهڙي ڪٿير حالت جا ڪهڙا ڪارڻ ٿي سگهن ٿا؟ منهنجي خيال موجب ڪجهه ڪارڻ هي آهن: [۱] سنڌين ۾ پنهنجي ٻوليءَ جو ساهتيه خريد ڪري پڙهڻ جي ڀاونا تمام گهٽ آهي. [۲] هنن ۾ مفت ۾ به يا تمام گهٽ فيءَ ڏيئي به ڪتاب پڙهڻ جو چاه يا ان لاءِ وقت ڪونه آهي. جي منجهن چاه هجي ها ۽ وقت ڪڍي لئبرريءَ ۾ وڃن ها ته سنڌي لئبررين ٻوڙيان پساه نه ڪڍن ها. [۳] ڪتابن جون قيمتون به گهڻيون آهن. انڪري خريدار ڀانئن جي منهن موڙڻ ڪي ان خيال کان ڏوه نٿو ڏيئي سگهجي. هتي اها ڳالهه نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي ته ڪتابن جون قيمتون ٻين ٻولين ۾ به ايورسٽ کي ڇهندڙ آهن. سنڌي ساهتيه ان بيماريءَ کان ڇٽل نه آهي. [۴] ڪتابن جي ڇپائي، گيٽ اپ، بائينڊنگ سان گڏ معيار به ڪافي هيٺ آهي. [۵] پاڪي ليکڪ سنڌالي، ڪتاب ڇپائڻ لاءِ

ميدان ۾ گهڻي پوئتي وارا جهڙا آهن جنهنڪري پاڻکي ڪي اهڙن ڪتابن مان ڪو آنند نه اچڻ سڀاويڪ آهي. ڪن اخبارن ۽ مخزنن ۾ به اچيا سچايا واد وواد ڇيڙي پاڻکن جو چاڙهه گهٽايو آهي. [٦] ڪتابن جي وڪري جو ڪو به بندوبست ڪونهي. ڪي ليکڪ پنهنجي رائي رسائيءَ سان پنهنجي شهر ۾ ڪتاب جون ڪجهه ڪاپيون وڪڻندا هوندا. هندي ڊائريڪٽوريٽ وارا به ڪجهه ڪاپيون خريد ضرور ڪن ٿا پر انهيءَ سان مسئلي جو خاطر خواه حل نٿو ملي. [٧] ڪتابن جي پرچار ۽ ڦهلاءَ لاءِ ڪي به يوجنائون نه آهن. نه ڪڏهن سنڌي ڪتابن جا ميلا لڳن ٿا. نه سنڌي ادبين جي ڪو آپريٽو سوسائٽي آهي. نه ليکڪن جي ڪا پنهنجي سنسٿا آهي. اهڙين حالتن ۾ پرچار ۽ ڦهلاءَ جون مشڪليون ئي نٿيون ٿي سگهن. اهڙا پيا به ڪي ڪارج ٿي سگهن ٿا.

ديش ۾ سنڌين جو تعداد ٢٥ لک پڌايو ويندو آهي. ڪن جو رايو آهي ته سنڌين جو تعداد انکان به وڌيڪ آهي. تنهن هوندي به سمجهجي ٿو ته ٢٥ لک سنڌي ديش ۾ رهن ٿا. انهن ۾ سڀاويڪ ٻار به شمار ٿيل هوندا. گهڻا سنڌي اهڙين ايراضين ۾ به ڇڙوڇڙ رهندا هوندا، جتي ڪو سنڌي اسڪول نه هوندو. ڪي وري سنڌي بستين ۾ رهندي به

سنڌي نه ڇپجيا هوندا. انهنکي ڇاپرو رکندي جيڪڏهن ٢٥ لکن سنڌين جي ٢٥ پتي ٻڌي فقط هڪ لک، سنڌي مهني ۾ صرف پنج رپيا به ساهتيه لاءِ خرچ ڪن ته مهني ۾ جيڪر پنجن لکن جا ٤ سال ۾ ٦٠ لکن رپين جا ڪتاب وڪامن!

جيڪڏهن اسانکي پنهنجي ٻوليءَ سان ٿورو به پيار آهي ته هر مهني گهٽ ۾ گهٽ پنج رپيا ساهتيه لاءِ ضرور خرچ ڪرڻ گهرجن.

هند-سنڌ جا خوشگوار ناتا ٻه ٻنهي ملڪن جي سنڌي ساهتيه کي وڌي هٿي ڏئي سگهن ٿا. گهڻا سال اڳ، ٻنهي ملڪن ۾ ٽپال جا نرخ ايترا ته گهٽ هئا جو ڪتابن جي مٽاسٽا سولائي ٿي سگهندي هئي ۽ هيئنر وڌا اگهه، هٿڻ ڪري ڪتابن جي قيمت جيترائون ٽڪليون لڳن ٿيون تنهنڪري سياوڪ ڪتابن جي ڏي-وٺ نٿي ٿي سگهي.

ڪي نه ڪي ڪارگر رٿائون ناهي سنڌي ڪتابن جي مشغولين کي هٿي ڏيڻ جي سخت ضرورت آهي. ●



## هوندراج ٻلواڻيءَ جو ادبي خزانو

### سنڌيءَ ۾

ادبي جائزو (چند چٽا)، هڪ مرڪ ٻه لڙڪ، ۽ هوءَ روئي ويٺي، چٽو ماڻهو، قيد ٿيل روشنيءَ جا ٽڪرا، گرم ماس جا سوداگر (ڪهاڻين جا مجموعا)، ٻال ساهتيه جو وڪاس، ٻارن جا لوڪ گيت (ٻال ادب تي نظر ثاني)، شرابي نگاهون، هوءَ بي وفا هئي (ترجمو ٿيل ناول)، پنهنجو پرائو درد (چيخوف جي ڪهاڻين جو ترجمو)، جگر جو ٽڪر (وديشي ڪهاڻين جو ترجمو)، ڏهين جو نوٽ، راجوءَ جي ٽوپي، ڪاڪو ڪوڏومل، ٻبوءَ جو پيارو موتي، جادو نگري، چوٿون بندر، گيان جو خزانو، ڪٽمنڙا، ڪوئي لڌي هٿ ٻڙي، ٻارن جو گجو ڀائي (ٻال ساهتيه) ۽ ٻيا چاليهارو ڪتاب.

### گجراتيءَ ۾

ڇهرا وگرنا مانوي (ڪهاڻين جو مجموعو)، چوٿو واندرو (ٻال ڪهاڻين جو مجموعو)، ٻوام تو ٻرتيبنڌ (وشنو ڀائيا جي ناول جو ترجمو).

### هنديءَ ۾

سکي سنسار (بالغ تعليم)، بستر مانو (رواوت جي ڪهاڻي)، هنديءَ ۾ سنڌي ڪي ٻال گيت (سنڌيءَ جي ٣٣ ڪوين جي ٻال ڪوتائن جو هندي ترجمو).

---

DARIA MAAN — Hundraj Balwani

نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڪوٽ ڪبڙو، تعلق
رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محل
نئون ديرو، تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي



ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

<u>اڻ ڇپيل ڪتاب</u>

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) ۱۹۹۵ع

ساٿر سهس ڪجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 - 3919786

0300 - 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

